


سنڌي ترجمو



# عاشق اڪبر






شيخ طريقت، امير اهلسنت، باني دعوت اسلامي حضرت علامه مولانا ابو بلال
محمد الياس عطار قادري رضوي دامت برکاتهم العاليه



مكتبة المدينه
(دعوت اسلامي)

هي رسالو شيخ طريقت، امير اهسلنت، بانيءِ دعوت اسلامي، حضرت علامہ مولانا ابو بلال محمد الياس عطار قادري رضوي دامت برکاتهم العاليه جو اُردو زبان ۾ تحريري بيان آهي.

# عاشق اکبر



مجلس تراجم (دعوت اسلامي) هن رسالي جو آسان سنڌي زبان ۾ ترجمو ڪرڻ جي وس آهر ڪوشش ڪئي آهي. جيڪڏهن ترجمي يا ڪمپوزنگ ۾ ڪٿي ڪا ڪمي بيشي نظر اچي ته مجلس تراجم (دعوت اسلامي) کي آگاهه ڪري ثواب جا حقدار بڻجو.


رابطي جي لاءِ: مڪتب مجلس تراجم (دعوت اسلامي)

عالمي مدني مرڪز فيضان مدينه محله سوداگران

پراڻي سبزي مندي باب المدينه ڪراچي

﴿ فون نمبر: 91-90-021-34921389 ﴾

E-mail: majlistarajim@dawateislami.net

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ وَالصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلٰى سَيِّدِ الْمُرْسَلِيْنَ
اَمَّا بَعْدُ فَاَعُوْذُ بِاللّٰهِ مِنَ الشَّيْطٰنِ الرَّجِيْمِ ط بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ط

# عاشِقِ اَکبر

**شيطان يلي لک سستي ڏياري پر هي رسالو اول تا آخر پڙهي وٺو. اِن شاءَ الله عَزَّوَجَلَّ ثواب ۽ معلومات سان گڏوگڏ عشق جي لازوال دولت جو خزانو پڻ هٿ ايندو.**

## دُرود شريف جي فضيلت
## هر قطري مان فرشتو پيدا ٿيندو آهي

مديني جا سلطان، رَحمتِ عالميان، سَروَرِ ذيشان صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو فرمان برکت نشان آهي: اللّٰه عَزَّوَجَلَّ جو هڪ فِرشتو آهي جنهن جو هڪ پَرَ اوير ۾ ۽ ٻيو اولهہ ۾ آهي، جڏهن ڪو شخص مون تي محبت سان دُرود موڪليندو آهي تہ اهو فرشتو پاڻي ۾ غوطو لڳائي پنهنجا پَرَ ڇنڊيندو آهي، اللّٰه عَزَّوَجَلَّ ان جي پرن مان ڪرندڙ هر قطري مان هڪ هڪ فِرشتو پيدا ڪندو آهي، اهي فِرشتا قِيامت تائين ان دُرود پڙهڻ واري لاءِ اِستِغفار (يعني بخشش جي دعا) ڪندا آهن .

(القول البديع ص 251، الکلام الاوضح في تفسير الم نشرح ص 242، 423)

صَلُّوا عَلَى الْحَبِيب! صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلٰى مُحَمَّد

## ننڍپڻ جي حيرت انگيز حڪايت

دعوت اسلامي جي اشاعتي اداري مکتبة المدينہ جي شايع

(1) هي بيان امير اهلسنت دَامَتْ بَرَكَاتُهُمُ الْعَالِيَه تبليغ قرآن ۽ سنت جي عالمگير غير سياسي تحريک دعوت اسلامي جي پهرين مدني مرکز جامع مسجد گلزار حبيب ۾ هفتيوارسنتن ڀريي اجتماع ۾ (اندازاً 3 رمضان 1410 ھ 90 / 3 / 29) ۾ فرمايو، ترميم ۽ اضافي سان لکت ۾ حاضر خدمت آهي. مجلس مکتبة المدينہ

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم : جنهن مون تي هڪ ڀيرو درود پاڪ پڙهيو الله تعاليٰ ان تي ڏهه رحمتون موڪليندو آهي.

ٽيل 561 صفحن تي مشتمل ڪتاب ”**ملفوظات اعليٰ حضرت**“ صفحي 60 تا 61 تي آهي: صديق اڪبر رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ ڪڏهن بہ بُت کي سجدو نہ ڪيو، ڪجھ سالن جا هئا تہ سندن جا پيءُ بُت خاني ۾ وٺي ويا ۽ چيو: اهي توهان جا وڏا خدا آهن، انهن کي سجدو ڪر، جڏهن پاڻ رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ بت جي سامهون تشريف وٺي ويا تہ فرمايائون: ”مان بکايل آهيان مون کي کاڌو ڏي، مان اگھاڙو آهيان مون کي ڪپڙا ڏي، مان پٿر هڻانءِ تو جيڪڏهن تون خدا آهين تہ پاڻ کي بچاءِ، اهو بت آخر ڪيئن جواب ڏئي هئا، پاڻ رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ هڪ پٿر ان بت کي هنيو، پٿر لڳڻ سبب بُت ڪري پيو ۽ قوتِ خدا داد (يعني خدائي طاقت) کي برداشت نہ ڪري سگھيو، پيءُ اهو معاملو ڏٺو تہ انهن کي ڪاوڙ آئي انهن هڪ چماٽ ڳل مبارڪ تي هنئي، ۽ پاڻ رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ کي اتان ماءُ وٽ وٺي آيا ۽ سڄو واقعو بيان ڪيو، ماءُ چيو: انهن کي انهيءَ حال تي ڇڏي ڏيو ڇوتہ جڏهن پيدا ٿيا هئا تہ غيب مان آواز آيو هو:

يَا اَمَةَ اللهِ عَلَى التَّحْقِيْقِ اَبْشِرِىْ بِالْوَلَدِ الْعَتِيْقِ اِسْمُهٗ فِى السَّمَاءِ الصِّدِّيْقُ لِمُحَمَّدٍ صَاحِبٌ وَّ رَفِيْقٌ۔

ترجمو: اي الله عَزَّوَجَلَّ جي سچي ٻانهي تو لاءِ خوشخبري آهي جو اهو ٻار عتيق آهي آسمانن تي ان جو نالو صديق آهي محمد صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جو صاحب ۽ رفيق آهي

اها روايت صديقِ اڪبر (رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ) پاڻ مجلسِ اَقدس (صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم) ۾ بيان ڪئي جڏهن اهو بيان ڪري چڪا تہ جبرئيل (علیہ الصّلوٰۃُ والسّلام) بارگاهہ ۾ حاضر ٿيا ۽ عرض ڪيو:

صَدَقَ اَبُوْبَكْرٍ وَ هُوَالصِّدِّيْقُ

ابوبڪر سچ چيو ۽ اهي صديق آهن .

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّی اللہ تعالٰی علیہ والہٖ وسلم : جنهن مون تي ڏھ ڀيرو درود پاڪ پڙهيو الله تعاليٰ ان تي سؤ رحمتون موڪليندو آهي.

اها حديث امام احمد قسطلاني قُدِّسَ سِرُّہُ النُّوْرَانِي شرح صحيح بخاري ۾ ذڪر ڪئي آهي.

(ارشادالساري شرح صحيح بخاري ج 8 ص 370 ، ملفوظات اعليٰ حضرت ص 60 .61 بتصرفِ)

## سيّدنا صديق اڪبر جو مختصر تعارف

خليفهءِ اول، جانشين محبوبِ ربِّ قدير، اميرالمؤمنين حضرت سيِّدُنا صدّيق اڪبر رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ جو مبارڪ نالو عبدالله، ۽ ڪُنيت ابوبڪر، ۽ صديق، عتيق سندن رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ جا لقب هئا. سُبحٰنَ الله! صديق جي معنيٰ آهي گهڻو سچ ڳالهيندڙ، پاڻ رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ جاهليت واري دور ۾ ئي انهي لقب سان مشهور هئا، ڇو ته پاڻ سدائين سچ ڳالهيندا هئا، ۽ عَتِيق جي معنيٰ آهي"آزاد"، سرڪارِ مدينہ صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَيۡہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم پاڻ رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ کي خوشخبري ڏيندي فرمايو: "اَنْتَ عَتِيْقٌ مِنَ النَّار" يعني اوهان جهنم جي باھ کان آزاد آهيو، تنهنڪري سندن جو لقب عَتِيق ٿيو. (تاريخ الخلفاء ص 29) پاڻ رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ قريشي هئا ۽ ستين پيڙهي ۾ سندن جو نسب رسول الله صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَيۡہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي خانداني شجري سان ملي وڃي ٿو، پاڻ رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ عام الفيل[1] جي تقريبًا اڍائي سالن کان پوءِ مكةُالمكرمة زَادَهَا اللهُ شَرَفًا وتعظيمًا ۾ پيدا ٿيا، حضرت سيّدنا ابوبڪر صديق رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ اهي صحابي آهن جنهن سڀ کان پهرين تاجدارِ رسالت، شهنشاهِ نُبُوّت، مَخزَن جُود و سخاوت صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَيۡہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم

(1) (يعني جنهن سال بد بخت بادشاھ اَبرَھ هاٿين جي لشڪر سان ڪعبي شريف تي حملو ڪيو هو انهي واقعي جي تفصيل لاءِ مڪتبةالمدينہ جي شايع ٿيل ڪتاب عجائب القران مع غرائب القران جو مطالعو ڪيو)

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّى اللّٰه تعالیٰ علیہ واٰلہٖ وسلّم: جنهن مون تي ڏينهن ۾ پنجاهه ڀيرا درود پاڪ پڙهيو قيامت جي ڏينهن مان ان سان مصافحو ڪندس.

جي تصديق ڪئي، پاڻ رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْهُ ايترا ته جامِعُ الْڪمال ۽ مَجمَعُ الْفَضائل آهن جو اَنبِياءِ ڪِرام عَلَيهِمُ السَّلام ڪانپوءِ سڀ کان افضل ۽ اعليٰ آهن، آزاد مردن ۾ سڀ کان پهرين اسلام قبول ڪيو، ۽ تمام جهادن ۾ مجاهدانه ڪارنامن سان شريڪ ٿيا، صُلح ۽ جنگ جي سيني فيصلن ۾ محبوب ربِّ قَدير، صاحبِ خيرِ ڪثير صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جا وزير ۽ مُشير بڻجي زندگي جي هر واٽ تي پاڻ ڪريم صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم سان جان نثاري ۽ وفاداري جو حق ادا ڪيو، 2 سال 7 مهينا خلافت ڪئي، 22 جُمادَي الاُخريٰ 13 هه سومر جو ڏينهن پورو ڪري وفات فرمائي. اميرُالمُؤمنين حضرت سيّدنا عمر رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْهُ جنازي جي نماز پڙهائي ۽ روضي پاڪ زَادَهَا اللّٰهُ شرفًا وتعظيمًا ۾ حضورِ اَقدَس صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي ويجهو دفن ٿيا.
(الاكمال في اسماء الرجال ص 387، تاريخ الخلفاء ص26، 27)

## سڀ کان پهرين اسلام ڪنهن قبول ڪيو

دعوت اسلامي جي اشاعتي اداري مڪتبةالمدينه جي شايع ٿيل 92 صفحن تي مشتمل ڪتاب ”**سوانِحِ ڪربلا**“ صفحي 37 تي آهي جيتوڻيڪ صحابه ڪرام ۽ تابعين عَلَيْهِمُ الرِّضْوَان وغيرهم جو وڏو تعداد صدّيق اڪبر رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْهُ جي سڀ کان پهرين مؤمن هجڻ جو قائل آهي، پر ڪجهه اصحابن اهو به فرمايو ته سڀ کان پهرين مؤمن حضرت علي كَرَّمَ اللّٰهُ تَعَالٰى وَجْهَهُ الْكَرِيْم آهن، ڪن چيو ته حضرت خديجه رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْهَا سڀ کان پهرين ايمان قبول ڪيو. امام الائمه، سِراج الاُمَّه حضرت سيّدنا امام اعظم رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْهُ انهن قولن

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہ وسلم: جيڪو مون تي هڪ ڀيرو درود پڙهندو آهي الله تعالى ان جي لاءِ هڪ قيراط اجر لکندو آهي ۽ هڪ قيراط احد پهاڙ جيڏو آهي.

۾ هن طرح تَطبِيق (يعني موافقت) ڏني ته مردن ۾ سڀ کان پهرين حضرت ابوبڪر رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ ايمان قبول ڪيو ۽ عورتن ۾ سڀ کان پهرين اُمُّ المُؤمِنين حضرت خديجه رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہَا ۽ ٻارن ۾ حضرت علي كَرَّمَ اللّٰهُ تَعَالٰى وَجْهَهُ الْكَرِيْم (تاريخ الخلفاء للسيوطي ص26)

## سڀ کان افضل ڪير؟

دعوت اسلامي جي اشاعتي اداري مکتبة المدينہ جي شايع ٿيل 92 صفحن تي مشتمل ڪتاب "**سوانح ڪربلا**" صفحي 38 تا 39 تي آهي: اهلسنت جو اِجماع آهي ته اَنبياء ڪرام عَلَيهِمُ السَّلام کانپوءِ سڄي دنيا ۾ افضل حضرت ابوبڪر رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ ان کانپوءِ حضرت عمر، ان کانپوءِ حضرت عثمان، ان کانپوءِ حضرت علي، ان کان پوءِ تمام عَشَره مُبَشَّرَه، ان کان پوءِ باقي اهلِ بدر، ان کان پوءِ باقي اهل اُحُد، ان کانپوءِ باقي اهل بيعت الرضوان، ان کان بعد تمام صحابہ افضل آهن. اهو اِجماع ابو منصور بغدادي عَلَيهِ رَحْمَةُ اللهِ الهادي نقل ڪيو آهي، ابن عَساڪِر عَلَيهِ رَحْمَةُ اللهِ القادر حضرت ابن عمر رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُما کان روايت ڪئي آهي، فرمايائون: اسان ابوبڪر کي عمر، عثمان ۽ علي رَضِيَ اللهُ عَنْهُم تي فضيلت ڏيندا هئاسين، جيتوڻيڪ سرڪار مدينہ صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم اسان سان گڏ تشريف فرما هوندا هئا. امام احمد عَلَيهِ رَحْمَةُ اللهِ الاحد وغيره حضرت علي كَرَّمَ اللّٰهُ تَعَالٰى وَجْهَهُ الْكَرِيْم کان روايت ڪئي آهي، پاڻ كَرَّمَ اللّٰهُ تَعَالٰى وَجْهَهُ الْكَرِيْم جن فرمايو: هن اُمت ۾ نبي صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم کان بعد

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّی اللہ تعالٰی علیہ واٰلہٖ وسلَّم: جنهن مون تي ڏهه ڀيرا صبح ۽ ڏهه ڀيرا شام درود پاڪ پڙهيو ته ان کي قيامت جي ڏينهن منهنجي شفاعت ملندي.

سڀ کان بهتر ابوبڪر و عمر رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُمَا آهن. ذهبي علیہ رَحْمَۃُ اللہِ القَوِي فرمايو: اهو حضرت علي کَرَّمَ اللّٰہُ تَعَالٰی وَجۡہَہُ الۡکَرِیۡم کان مُتواتِر منقول آهي. (تاريخ الخلفاء للسيوطي ص34)

## مان الزام لڳائيندڙن تي سزا ڏيندس

ابن عَساڪر عَلَیہِ رَحْمَۃُ اللہِ القادِر عبدالرحمٰن بن ابي ليليٰ رَحْمَۃُ اللہِ تَعَالٰی عَلَیْہ سان روايت ڪئي آهي ته حضرت علي مرتضيٰ کَرَّمَ اللّٰہُ تَعَالٰی وَجۡہَہُ الۡکَرِیۡم فرمايو: جنهن مون کي ابوبڪر و عمر رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُمَا کان افضل چيو ته مان ان کي مُفۡتَرِي جي (يعني الزام لڳائڻ واري کي ڏني ويندڙ) سزا ڏيندس. (تاريخ دمشق لابن عساڪر ج 30 ص383 دارالفکر )

### ڪلامِ حسن

برادر اعليٰ حضرت، اُستاد زَمَن، حضرت مولانا حسن رضا خان علیہ رَحمۃُ المنّان پنهنجي ڪلام جي مجموعي ”ذوقِ نعت“ ۾ اَفضلُ البَشر بعدَالانبياء، محبوبِ حبيبِ خدا، صاحبِ صِدق و صَفا، حضرت سيّدنا صديق بن ابو قُحافہ رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُمَا جي شانِ صداقت نشان ۾ فرمايو:

بَیاں ہو کس زَباں سے مرتَبہ صِدّیقِ اَکبر کا
ہے یارِ غار محبوبِ خدا صِدّیقِ اَکبر کا

یااِلٰہی! رَحم فرما ! خادِمِ صِدّیقِ اَکبر ہوں
تری رَحمت کے صدقے واسِطہ صِدّیقِ اَکبر کا

رُسُل اور اَنبیا کے بعد جو اَفضل ہو عالَم سے
یہ عالَم میں ہے کس کا مرتَبہ ؟صِدّیقِ اَکبر کا

گدا صِدّیقِ اَکبر کا ’خدا سے فضل پاتا ہے
خدا کے فضل سے ہوں میں گدا صِدّیقِ اَکبر کا

ضَعیفی میں یہ قُوّت ہے ضعیفوں کو قَوی کر دیں
سہارا لیں ضعیف و اَقْوِیا صِدّیقِ اَکبر کا

ہوئے فاروق و عثمان و علی جب داخلِ بیعت
بنا فخرِ سلاسِل سِلسِلہ صِدّیقِ اَکبر کا

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم: جيڪو مون تي هڪ ڀيرو درود پڙهندو آهي الله تعالي ان جي لاءِ هڪ قيراط اجر لکندو آهي ۽ هڪ قيراط احد پهاڙ جيڏو آهي.

مقامِ خوابِ راحت چین سے آرام کرنے کو | بنا پہلوئے محبوب خدا صِدّیقِ اکبر کا
علی ہیں اُس کے دُشمن اور وہ دُشمن علی کا ہے | جو دُشمن عقل کا دُشمن ہوا صِدّیقِ اکبر کا

لٹایا راہِ حق میں گھر کئی بار اِس محبّت سے
کہ لُٹ لُٹ کر حسنؔ گھر بن گیا صِدّیقِ اکبر کا

صَلُّوا عَلَى الحَبِيب! صَلَّى اللهُ تَعالٰى عَلٰى مُحَمَّد

## مال ۽ جان سُلطان عالميان ﷺ تي قربان

صاحب مَروِيَاتِ ڪثيره، حضرت سيّدنا ابوهريره رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ کان مروي آهي: رحمتِ عالميان، مڪي مدني سلطان، محبوب رحمٰن صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو فرمانِ حقيقت نشان آهي: ”مَا نَفَعَنِي مَالُ قَطُّ مَا نَفَعَنِي مَالُ اَبِي بَكرٍ“ يعني مون کي ڪنهن جي مال ايترو فائدو نہ ڏنو جيترو ابوبڪر جي مال ڏنو، بارگاهِ نُبُوّت مان اها بِشارت ٻڌي حضرت سيّدنا ابوبڪر رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ روئي پيا ۽ عرض ڪيو: يارسول الله صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم منهنجا ۽ منهنجي مال جا مالڪ اوهان صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ئي تہ آهيو.

(سنن ابن ماجہ ج 1 ص 72 دارالمعرفة بيروت)

وُہی آنکھ اُن کا جو منہ تکے، وُہی لب کہ محو ہوں نَعت کے
وُہی سَر جو اُن کے لئے جُھکے، وُہی دل جو اُن پہ نِثار ہے (حدائقِ بخشش)

صَلُّوا عَلَى الحَبِيب! صَلَّى اللهُ تَعالٰى عَلٰى مُحَمَّد

**مٺا مٺا اسلامي ڀائرو!** انهي مبارڪ روايت مان خبر پئي تہ حضرت سيّدنا صديق اڪبر رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ جو مبارڪ عقيدو هو تہ اسين محبوبِ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جا غلام آهيون ۽ غلام

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم: **جڏهن توهان مرسلين** (عليهم السلام) **تي درود شريف پڙهو ته مونَ تي به پڙهو بيشڪ آءُ سيني جهانن جي ربّ جو رسول آهيان.**

**جي ڏن دولت ان جو آقا ئي هوندو آهي، اسان غلامن وٽ پنهنجو آهي ئي ڇا؟**

کیا پیش کریں جاناں کیا چیز ہماری ہے
یہ دل بھی تمہارا ہے یہ جاں بھی تمہاری ہ ے

# کروں تیرے نام پہ جان فدا

**اسلام جي شروع وارن ڏينهن ۾ جيڪڏهن ڪو شخص مسلمان ٿيندو هو، ته هو پنهنجي اسلام کي وس آهر لڪائيندو هيو، حضور اڪرم، نورِ مُجَسَّم** صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم **جي طرفان به اهو حڪم هو ته جيئن ڪافرن جي طرفان پهچندڙ تڪليفن ۽ نقصان کان محفوظ رهن، جڏهن مسلمانن جو تعداد 38 ٿيو ته حضرت سيّدنا صديق اڪبر** رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ **بارگاهِ رسولِ انور** صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم **۾ عرض ڪيو: يا رسولَ الله** صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم **اوهان عَلي الاِعلان اسلام جي تبليغ جي اجازت عطا فرمايو، حضور اڪرم** صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم **پهريان ته انڪار فرمايو، پوءِ سندن** رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ **جي اِصرار تي اجازت عطا فرمائي، پوءِ پاڻ سيني مسلمانن کي گڏ ڪري مسجد الحرام تشريف وٺي ويا، خطيبِ اول حضرت سيّدنا صدّيق اڪبر** رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ **خطبو شروع ڪيو، خطبو شروع ٿيندي ئي ڪافر ۽ مُشرِڪ هر پاسي کان مسلمانن تي ڪاهي پيا، مڪي شريف ۾ سندن** رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ **جي عظمت ۽ شرافت مشهور هئي، انهي باوجود بدڪار ڪافرن پاڻ** رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ

تي ايترا خوني وار ڪيا جو مبارڪ چهرو رتورت تي ويو، ايستائين جو پاڻ بيهوش ٿي ويا، جڏهن سندن جي قبيلي کي خبر پئي تہ اهي پاڻ رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ کي اتان کڻي آيا، ماڻهن گمان ڪيو تہ حضرت صديق اڪبر رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ بچي نہ سگهندا، جڏهن پاڻ رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ کي شام جو هوش آيو تہ زبان تي سڀ کان پهرين اهي الفاظ جاري ٿيا: محبوبِ ربّ ذوالجلال صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جو ڪهڙو حال آهي؟ ماڻهن جي طرفان ان تي مَلامت ٿي تہ انهن جو ساٿ ڏيڻ تي تہ اها مصيبت آئي آهي پوءِ بہ انهن جو نالو وٺو ٿا.

سندن رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ جي اَمڙ سائڻ اُمُّ الخَيرِ ماني وٺي آئي پر سندن رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ جي هڪ پڪار هئي تہ شاهِ خوش خِصال، پيڪرِ حُسن و جَمال صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جو ڪهڙو حال آهي؟ اَمڙ سائڻ چيو: خبر ناهي، پاڻ فرمايو: اُمِّ جميل رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہَا (حضرت سيدنا عمر رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ جي ڀيڻ) کان پڇا ڪيو، سندن جي اَمڙ سائڻ پنهنجي پياري پُٽ جي مظلومي جي حالت ۾ محبت ڀريو عرض پورو ڪرڻ لاءِ حضرت سيِّدتُنا اُمِّ جميل رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہَا وٽ وئي، ۽ حُضور اَقدَس صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جو حال معلوم ڪيو، انهن بہ هنن حالتن سبب پنهنجي اسلام کي ظاهر نہ ڪيو هيو ۽ جيئن تہ اُمُّ الخير اڃا تائين مسلمان نہ ٿيون هيون، لهٰذا اڻ ڄاڻ بڻجندي فرمائڻ لڳيون: مون کي ڪهڙي خبر، ڪير محمد صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم ۽ ڪير ابوبڪر رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ ها توهان جي پٽ جي حالت ٻڌي مون کي ڏک ٿيو، جيڪڏهن توهان چئو تہ آءٌ بہ سندن جي حالت

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم : مون تي درود شريف جي ڪثرت ڪريو بيشڪ هي توهان جي لاءِ طهارت (يعني پاڪائي) آهي.

ڏسي وٺان. اُمُّ الخير اُمِّ جميل رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہَا کي گهر وٺي آيون، انهن جڏهن حضرت صديق اڪبر رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ جي ڳڻتي جوڳي حالت ڏسي تَحَمُّل (يعني برداشت) نہ ڪري سگهيون ۽ روئڻ لڳيون، حضرت سيّدنا صديق اڪبر رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ پڇا ڪئي: منهنجي آقا صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي خير جي خبر ڏيو، حضرت سَيِّدَتُنا اُمِّ جميل رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہَا والده ڏانهن اشارو ڪري ڏيان ڏيارو، پاڻ رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ فرمايو: انهن کان نہ ڊڄو، تڏهن انهن ٻڌايو تہ نبيّ رحمت صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم الله تعاليٰ جي فضل ۽ ڪرم سان خيريت ۽ عافِيّت ۾ آهن ۽ دارِ اَرقم يعني حضرت سيِّدنا اَرقم رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ جي گهر تشريف فرما آهن، پاڻ رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ فرمايو: خدا جو قسم! مان ان وقت تائين ڪا شيءِ نہ ڪائيندس نہ ئي پيئندس، جيستائين شهنشاهِ نُبُوَّت صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي زيارت جي سعادت حاصل نہ ڪيان، پوءِ اَمڙ سائڻ رات جي آخري حصي ۾ پاڻ رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ کي وٺي حضور تاجدار رسالت صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي خدمت بابرڪت ۾ دارِ اَرْقَم حاضر ٿيون، عاشق اڪبر حضرت سيّدنا صديق اڪبر رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ حضور اڪرم صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم سان ڀاڪر پائي روئڻ لڳا، غمخوار آقا صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم ۽ اتي موجود ٻين مسلمانن تي بہ روئڻ جهڙي ڪيفيت ٿي وئي ڇو جو انهن کان سيّدنا صديق اڪبر رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ جي اها حالتِ زار ڏٺي نہ پئي وئي، پوءِ پاڻ رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ مصطفيٰ جان رحمت صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم سان عرض ڪيو: اها منهنجي امڙ آهي

اوهان صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم انهن جي لاءِ دعا ڪيو ۽ انهن کي اسلام جي دعوت ڏيو، رحمت عالميان صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم انهن کي اسلام جي دعوت ڏني اَلْحَمْدُلِله عَزَّوَجَلَّ! اهي انهي وقت مسلمان ٿي ويون. (البداية والنهاية ج2 ص369، 370 دارالفكر بيروت)

جسے مل گیا غمِ مصطفٰے اُسے زندگی کا مزہ ملا
کبھی سَیلِ اَشک رَواں ہوا، کبھی ''آہ'' دِل میں دَبی رہی (وسائلِ بخشش)

صَلُّوا عَلَى الْحَبِيب! صَلَّى اللهُ تعالٰى عَلٰى مُحَمَّد

## راهِ خدا ۾ تڪليفن تي صبر

**مٺا مٺا اسلامي ڀائرو!** دينِ اسلام جي تبليغ جي لاءِ ڪيترين نه تڪليفن ۽ مصيبتن سَنيون ويون، اسلام جي عظيم مُبَلِّغن ته تَن مَن ۽ ڌن راهِ خدا ۾ قربان ڪري ڇڏيو، اڄ به جيڪڏهن مدني قافلي ۾ سفر ڪندي، انفرادي ڪوشش ڪندي، سنتون سکندي، سيکاريندي، سنتن تي عمل ڪندي، ڪرائيندي، جيڪڏهن تڪليفون برداشت ڪرڻيون پون ته اسان کي عاشق اڪبر سيّدنا صديق اڪبر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي احوالن ۽ واقعن کي سامهون رکي پنهنجو پاڻ کي آٿت ڏئي مدني ڪم وڌيڪ ڪرڻ گهرجي ۽ دين جي لاءِ تَن مَن ڌن قربان ڪرڻ جو جذبو پيدا ڪرڻ گهرجي ته جيئن عاشق اڪبر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ آخري پساهه تائين اخلاص ۽ اِستِقامت سان دينِ اسلام جي خدمت ڪندا رهيا، راهِ خدا ۾ جان جي بازي لڳائي ڇڏي پر سندن جي همت ۾ ذري برابر

بہ ڪمي نہ آئي، دين اسلام قبول ڪرڻ سبب صحابہ ڪرام عَلَيۡهِمُ الرِّضۡوَان مَظلومِيّت واري زندگي گذاري رهيا هئا، پاڻ رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنۡهُ انهن جي لاءِ رحمت ۽ شفقت جا درياءَ وهائي ڇڏيا ۽ بارگاهہ ربُّ العُليٰ مان سندن رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنۡهُ کي صاحبِ تقويٰ جو لقب مليو، مال خرچ ڪرڻ تي مديني جا سلطان، رحمت عالميان صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم بہ سندن رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنۡهُ جي ساراهہ فرمائي.

## ست غلام خريد ڪري آزاد ڪيا

فتاويٰ رضويہ جلد 28 صفحي 509 تي آهي: اميرُالمُؤمنين حضرت سيّدنا صديق اڪبر رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنۡهُ ست (غلامن کي خريد ڪري انهن) کي آزاد ڪيو، انهن سيني (غلامن) تي اللّٰه عَزَّوَجَلَّ جي راهہ ۾ ظلم ڪيو ويندو هو سندن رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنۡهُ جي لاءِ اها آيت نازل ٿي:

وَسَيُجَنَّبُهَا الۡاَتۡقَى ۝ (پ30،الليل17)

ترجموڪنزالايمان: ۽ ان (دوزخ) کان گهڻو پري رکيو ويندو جيڪو سڀ کان وڌو پرهيزگار آهي.

صفحي 512 تي امام فخرالدين رازي عليہ رحمةُ القوي جي حوالي سان آهي تہ اسان سُني مُفَسِّرن وٽ ان تي اِجماع آهي اَتقيٰ مان مراد حضرت (سيدنا) ابوبڪر رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنۡهُ آهن. (فتاويٰ رضويہ)

قَصرِ پاکِ خِلافت کے رُکنِ رکیں    شاہِ قوسَین کے نائبِ اوّلیں
یارِ غار شَہَنشاہِ دُنیا و دیں    اَصدَقُ الصّادِقیں سَیِّدُ المُتَّقیں
چشم و گوشِ وَزارت پہ لاکھوں سلام

صَلُّوا عَلَى الحَبِيب!    صَلَّى اللّٰهُ تعالٰی عَلٰى مُحَمَّد

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم : جيڪو مون تي جمعي جي ڏينهن درود شريف پڙهندو آءُ قيامت جي ڏينهن ان جي شفاعت ڪندس.

## ٽي شيون پسند آهن

عاشقِ شهنشاهِ بَحر و بَر، عاشق اڪبر حضرت سيّدنا صدّيق اڪبر رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ فرمائن ٿا: مون کي ٽي شيون پسند آهن: اَلنَّظُرُ اِلَيْکَ وَ اِنْفَاقُ مَالِيْ عَلَيْکَ وَالْجُلُوْسُ بَيْنَ يَدَيْکَ يعني ﴿1﴾ حضور صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي پُرنور چهري جو ديدار ڪندو رهڻ ﴿2﴾ حضور صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم تي مال خرچ ڪرڻ ﴿3﴾ پاڻ سڳورن صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي بارگاهہ ۾ حاضر رهڻ. (تفسير روح البيان ج 6 ص 264)

مرے تو آپ ہی سب کچھ ہیں رحمتِ عالم ۔۔۔ میں جی رہا ہوں زمانے میں آپ ہی کے لئے

تمہاری یاد کو کیسے نہ زندگی سمجھوں ۔۔۔ یہی تو ایک سہارا ہے زندگی کے لئے

صَلُّوا عَلَى الْحَبِيبِ! صَلَّى اللهُ تعالٰى عَلٰى مُحَمَّد

## ٽئي خواهشون پوريون ٿيون

اللّٰہ داوَر عَزَّوَجَلَّ حضرت سيّدنا صديق رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ جون اهي ٽئي خواهشون حُبِّ رسولِ انور صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي صدقي ۾ پوريون فرمايون: ﴿1﴾ سندن رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ کي سَفر و حَضَر ۾ حضور اڪرم صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جو قُرب نصيب رهيو ايستائين جو غار ثور جي اڪيلائي ۾ سندن رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ کان سواءِ ٻيو ڪو زيارت جي سعادت حاصل ڪرڻ وارو نہ هيو ﴿2﴾ اهڙي طرح مال قربان ڪرڻ جي سعادت ايتري قدر ٿي جو پنهنجو سمورو مال دولت ٻنهي جهانن جي سرڪار صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي قدمن تي قربان ڪيو ﴿3﴾ ۽ مزار پُر اَنوَار ۾ پڻ هميشہ لاءِ ساٿ ۽ قُرب عطا فرمايو.

محمد ہے متاعِ عالمِ ایجاد سے پیارا
پدر مادر سے مال و جان سے اَولاد سے پیارا

صَلُّوا عَلَی الحَبِیب! صَلَّی اللہُ تعالٰی عَلٰی مُحَمَّد

## ڪاش! اسان ۾ به جذبو پيدا ٿئي

**مٺا مٺا اسلامي ڀائرو!** عاشقِ اڪبر رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنۡہُ جي عشق و محبت جا واقعا اسان جي لاءِ راههِ عمل آهن. راههِ عشق ۾ عاشق پنهنجي ذات جي پرواهه ناهي ڪندو، بلڪ ان جي دلي آرزو اها هوندي آهي ته محبوب جي رضا خاطر پنهنجو سڀ ڪجهه قربان ڪري ڇڏي، ڪاش اسان ۾ به اهڙو سچو جذبو پيدا ٿي وڃي جو خدا تعاليٰ ۽ مصطفيٰ صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیۡہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي خوشنودي لاءِ سڀ ڪجهه قربان ڪيون.

جان دی دی ہوئی اُسی کی تھی
حق تو یہ ہے کہ حق ادا نہ ہوا

## محبت جي ڪوڙي دعويٰ

افسوس صد ڪروڙ افسوس! اڄ مسلمانن جي اڪثريت جي هي حالت ٿي چڪي آهي جو عشق ۽ محبت جي ڪوڙن دعوائن ۽ جان و مال لٽائڻ جا رڳو نعرا لڳائيندا آهن، ظاهري حالت ڏسي اهو لڳندو آهي جو انهن وٽ دنيا جو قدر وڌي ويو آهي، ۽ مَعَاذَاللہ عَزَّوَجَلَّ اسلامي قدرن جي ڪا پرواهه ناهي رهي، نبيّ رحمت، شَفيعِ امت صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیۡہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي اکين جي ٺڏاڻ (يعني نماز) جي پابندي جو ڪو خيال ناهي، غيرن جي پيروي ڪرڻ ۾ ايترا ته

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّی اللہُ تعالٰی علیہ والہٖ وسلم : جنهن وٽ منهنجو ذڪر ٿئي ۽ اهو مون تي درود شريف نه پڙهي ته ان جفا ڪئي.

مشغول آهن جو سنت جي پيروي جو بالڪل خيال ناهي، اللّٰه داوَر عَزَّوَجَلَّ اسان کي عاشق اکبر حضرت سيّدنا صديق اکبر رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ جي عشق ۽ محبت جو ولولو ۽ سنت جي پيروي جو جذبو عطا فرمائي . اٰمين بِجاهِ النّبيّ الامين صَلَّی اللّٰهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم

تو انگریزی فیشن سے ہر دم بچا کر مجھے سنّتوں پر چلا یاالٰہی!
غمِ مصطفٰی دے غمِ مصطفٰی دے ہو دردِ مدینہ عطا یاالٰہی! (وسائلِ بخشش)

صَلُّوا عَلَى الْحَبِيب! صَلَّى اللهُ تعالٰی عَلٰی مُحَمَّد

## يارِ غار جو مالي ايثار

غزوهءِ تَبُوڪ جي موقعي تي نبيّ ڪريم صَلَّی اللّٰهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم پنهنجي اُمت جي مالدارن ۽ دولتمندن کي حڪم ڏنو ته اهي اللّٰه ربُّ العِباد عَزَّوَجَلَّ جي راهه ۾ جهاد جي لاءِ مالي مدد ۾ وڌ کان وڌ حصو وٺن ته جيئن مجاهدن جي لاءِ کاڌي پيتي ۽ سواري جو انتظام ڪري سگهجي، محبوبِ رحمٰن، سَروَر ذيشان صَلَّی اللّٰهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي انهي فرمان رَغبَت نشان تي عمل ڪندي جنهن شخص راهه خدا عَزَّوَجَلَّ ۾ پنهنجي سموري دولت بارگاهِ رسالت صَلَّی اللّٰهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ۾ پيش ڪئي، اهي صحابي ابن صحابي، عاشق اکبر، حضرت سيّدنا صديق اکبر رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ هئا. پاڻ رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ گهر جو سمورو مال دولت آقا صَلَّی اللّٰهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي قدمن تي رکي ڇڏيو، نبي مختار، شهنشاهه ابرار صَلَّی اللّٰهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم پنهنجي يارِ غار جي انهي ايثار کي ڏسي پڇا ڪئي، چا

**فرمانِ مصطفيٰ** صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم : **ان شخص جو نڪ مٽيءَ ۾ ملي وڃي جنھن وٽ منھنجو ذڪر ٿئي ۽ اھو مون تي دُرود شريف نہ پڙھي.**

**پنھنجي گھر لاءِ بہ ڪجھ ڇڏيو آھي؟ تہ وڏي ادب ۽ احترام سان عرض ڪيائون: مان پنھنجي گھر ۾ اللّٰه** عَزَّوَجَلَّ **۽ ان جي رسول** صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم **کي ڇڏي آيو آھيان. (مطلب اھو تہ منھنجي ۽ منھنجي گھروارن لاءِ اللّٰه ۽ رسول ڪافي آھي)**

(سبل الھديٰ والرشاد في سيرة خيرالعباد ج 5 ص 435)

**شاعر انھي جان نثاري جي جذبي کي ائين بيان ڪيو آھي**

اِتنے میں وہ رفیقِ نُبُوَّت بھی آگیا — جس سے بِنائے عشق و محبت ہے اُستوار
لے آیا اپنے ساتھ وہ مردِ وفا سرِشت — ہر چیز جس سے چشمِ جہاں میں ہو اِعتبار
بولے حُضور، چاہیے فکرِ عِیال بھی — کہنے لگا وہ عشق و مَحَبَّت کا رازدار
اے تجھ سے دِیدہ مہ واَنجُم فَروغ گیر — اے تیری ذات باعثِ تکوینِ رُوزگار
پروانے کو چراغ تو بُلبل کو پھول بس
صِدّیق کے لیے ہے خدا کا رَسول بس

صَلُّوا عَلَى الْحَبِيب! صَلَّى اللهُ تعالٰى عَلٰى مُحَمَّد

## صديقِ اڪبر جو شان ۽ قرآن

**اعليٰ حضرت، عظيمُ البرڪت، مُجَدِّدِ دين و ملت، امام عشق و محبت الحاج الحافظ شاھ امام احمد رضا خان** عَلَيْهِ رَحْمَةُ الرَّحْمٰن **نقل فرمائن ٿا: حضرت سيّدنا امام فخرالدين رازي** عَلَيْهِ رَحْمَةُ اللهِ الْهَادِى **مَفَاتِيحُ الغَيْب (تفسير ڪبير) ۾ فرمايو** سورہء وَالَّيل **حضرت سيّدنا ابوبڪر** رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ **جي سورت آھي ۽** سورہء والضُّحيٰ **حضرت سيّدنا محمد** صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم **جي سورت آھي.**

وصفِ رُخ اُن کا کیا کرتے ہیں شرحِ والشّمس وضُحیٰ کرتے ہیں
اُن کی ہم مدح و ثنا کرتے ہیں جن کو محمود کہا کرتے ہیں (حدائقِ بخشش)

# اعليٰ حضرت جي تَشرِيح

منهنجا آقا اعليٰ حضرت، امام اهلسنّت مولانا شاهه امام احمد رضا خان عَلَيۡهِ رَحۡمَةُ الرَّحۡمٰن حضرت سيّدنا فخرالدين رازي عَلَيۡهِ رَحۡمَةُ اللهِ الۡهَادِی جي انهي قول جي شرح ڪندي فرمائن ٿا: حضرت سيّدنا صدّيق اڪبر رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنۡهُ جي سورت ڪي والّيل جو نالو ڏيڻ ۽ مصطفيٰ جانِ رحمت صَلَّی اللهُ تَعَالٰی عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي سورت ڪي والضحيٰ رکڻ انهي ڳالهه ڏانهن اشارو آهي ته نبي صَلَّی اللهُ تَعَالٰی عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم صديق جا نور انهن جي هدايت، ۽ اللّٰه عَزَّوَجَلَّ جي طرف انهن جو وسيلو آهن جن جي ذريعي الله تعاليٰ جو فضل ۽ ان جي رضا طلب ڪئي ويندي آهي ۽ صديق رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنۡهُ نبي صَلَّی اللهُ تَعَالٰی عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي راحت، حضور جا پيار، سڪون ۽ نفس جي مطمئن هجڻ جو سبب آهن ۽ حضور صَلَّی اللهُ تَعَالٰی عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جا راز سنڀالي رکندڙ ۽ سندن جي خاص معاملن ۾ خاص ويجهڙائپ رکڻ وارا آهن انهي لاءِ جو الله تَبَارَڪ و تعاليٰ فرمائي ٿو:

وَّ جَعَلۡنَا الَّيۡلَ لِبَاسًا ﴿۱۰﴾

**ترجمو ڪنزالايمان:** ۽ رات کي پردو ڍڪيندڙ بڻايو (پ 30 النبا 10)

۽ الله تعاليٰ فرمائي ٿو

جَعَلَ لَكُمُ الَّيۡلَ وَ النَّهَارَ لِتَسۡكُنُوۡا فِيۡهِ وَ لِتَبۡتَغُوۡا مِنۡ فَضۡلِهٖ وَلَعَلَّكُمۡ تَشۡكُرُوۡنَ ﴿۷۳﴾

**ترجمو ڪنزالايمان:** توهان جي واسطي رات ۽ ڏينهن بنايا جو رات ۾ آرام ڪيو ۽ ڏينهن ۾ ان جو فضل تلاش ڪريو ۽ هن لاءِ ته توهان شڪر ڪريو. (پ 20 القصص 73)

۽ اهو ان ڏانهن تَلمِيح (يعني اشارو) آهي ته دين جو نظام انهن

ٻنهي (محبوبِ ربّ اڪبر صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم ۽ صديق اڪبر رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ) سان قائم آهي، جيئن دنيا جو نظام ڏينهن رات سان قائم آهي، جيڪڏهن ڏينهن نہ هجي تہ ڪجهہ نظر نہ ايندو ۽ رات نہ هجي تہ سڪون حاصل نہ ٿيندو. (ماخوذ از فتاويٰ رضويہ ج 28 ص 679، 681)

خاص اُس سابِقِ سیرِ قربِ خدا — اَوحَدِ کاملِیّت پہ لاکھوں سلام
سایہ مصطفےٰ مایہ اِصطفا — عِزّ و نازِ خِلافت پہ لاکھوں سلام
اَصدَقُ الصّٰدِقِین، سیِّدُ المُتَّقِین — چَشم و گوشِ وزارت پہ لاکھوں سلام

صَلُّوا عَلَی الْحَبِیب! صَلَّی اللّٰہُ تعالٰی عَلٰی مُحَمَّد

## مِنبر مُنَور جي ڏاڪڻ جو احترام

طَبرَاني اَوسَط ۾ حضرت سيّدنا ابن عمر رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُمَا جي حوالي سان بيان ڪيو ويو آهي، حضرت سيّدنا صديق اڪبر رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ سڄي زندگي مِنبر منور جي انهي جڳهہ تي نہ ويٺا جنهن جڳهہ تي حضور صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم تشريف فرما ٿيندا هئا، اهڙي طرح حضرت سيّدنا عمر فاروق اعظم رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ حضرت سيّدنا صديق اڪبر رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ جي جڳهہ ۽ حضرت سيّدنا عثمان غني رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ حضرت سيّدنا عمر فاروق اعظم رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ جي جڳهہ تي جيستائين زندهہ رهيا ڪڏهن بہ نہ ويٺا. (تاريخ الخلفاء ص 72)

## سرڪارِ نامدار جو محبوب

**مٺا مٺا اسلامي ڀائرو!** جنهن طرح مُحِبِّ مَهرِ منور، رفيقِ رسول انور، عاشق اڪبر رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ کي محبوب رب اڪبر، مديني جي تاجور صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم سان بي پناهہ عشق ۽ محبت هئي،

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم : جنهن مون تي ڏھ ڀيرو درود پاڪ پڙهيو الله تعاليٰ ان تي سؤ رحمتون موڪليندو آهي.

اهڙي طرح رسولِ رحمت، سراپا جود و سخاوت بہ صديق اڪبر رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ سان محبت ۽ شفقت فرمائيندا هئا. اعليٰ حضرت مولانا شاهہ احمد رضا خان عَلَيْهِ رَحْمَةُ الرَّحْمٰن **فتاويٰ رضويہ جلد 8 صفحي 610** تي اهي حديثون جمع ڪيون آهن جنهن ۾ رسول **الله** صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم پنهنجي پياري صديق اڪبر رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ جي شان رفعت نشان بيان فرمائي آهي، ٿي روايتون ملاحظ فرمايو: **﴿1﴾ حِبْرُ الاُمَّہ** (يعني امت جي وڏي عالم) حضرت سيدنا عبدالله ابن عباس رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ کان روايت آهي تہ رسول الله ۽ سندس صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جا صحابہ علیھم الرضوان هڪ ڏينهن تلاء ڏانهن تشريف وٺي ويا، حضور صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ارشاد فرمايو: هر شخص پنهنجي دوست ڏانهن تري وڃي، سيني ائين ڪيو ايتري تائين جو صرف رسول **الله** صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ۽ (حضرت سيدنا) ابوبڪر صديق رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ باقي رهيا، رسول **الله** صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم صديق اڪبر رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ ڏانهن تري تشريف وٺي ويا ۽ انهن کي ڀاڪر پائي فرمايائون: "**مان ڪنهن کي خليل بڻايان هان تہ ابوبڪر** رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ **کي بڻايان هان پر اهي تہ منهنجا محبوب آهن.**" (المعجم الڪبير ج 11 ص 208) **﴿2﴾** حضرت سيّدنا جابر بن عبدالله رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ کان روايت آهي: اسين حُضورِ پُرنور صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي خدمتِ اقدس ۾ حاضر هئاسين تہ ارشاد فرمايو: هن وقت اوهان وٽ اهو شخص ظاهر ٿيندو جو **الله** عَزَّوَجَلَّ مون کان بعد ان کان بهتر ۽ بزرگ ڪنهن کي ناهي بڻايو ۽ ان جي شفاعت اَنبياء ڪرام

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہٖ وسلم: جنھن مون تي ڏينھن ۾ پنجاھ ڀيرا درود پاڪ پڙھيو قيامت جي ڏِينھن مان ان سان مصافحو ڪندس.

عليهم السّلام جي شفاعت وانگر ھوندي اسين حاضر ٿي ھئاسين جو حضرت سيّدنا ابوبڪر صديق رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ نظر آيا سيّد عالم صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَيْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم بيھي رھيا ۽ حضرت سيّدنا صديق اڪبر رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ کي پيار ڪيو ۽ سيني سان لڳايو. (تاريخ بغداد ج 3 ص 340) ﴿3﴾ حضرت سيّدنا عبدالله بن عباس رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ کان روايت آھي: مون حضور اڪرم صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَيْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم کي امير المؤمنين (حضرت سيدنا) علي مرتضيٰ کَرَّمَ اللہُ تَعَالٰی وَجْهَهُ الْکَرِيْم سان گڏ بيني ڏٺو، ايتري ۾ ابوبڪر صديق رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ حاضر ٿيا، حُضور پُر نُور صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَيْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم انھن سان مصافحو فرمايو (يعني ھٿ ملايو) ۽ گلي لڳايو ۽ سندن جي دَھن (يعني چپن) تي چمي ڏني، موليٰ علي کَرَّمَ اللہُ تَعَالٰی وَجْهَهُ الْکَرِيْم عرض ڪيو: ڇا حُضور صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَيْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم ابوبڪر رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ جا چپ چمن ٿا؟ فرمايائون: ”اي ابوالحسن[1] (رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ) ابوبڪر رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ جو مرتبو مون وٽ ائين آھي جئين منھنجو مرتبو منھنجي ربّ جي حضور.“ (فتاويٰ رضويه ج 8 ص 610، 612)

کہیں گرتوں کو سنبھالیں، کہیں روٹھوں کو منائیں کھودیں اِلحاد کی جڑ بعدِ پیمبر صِدّیق

تو ہے آزاد سقر سے ترے بندے آزاد ہے یہ سالکؔ بھی ترابندہ بے زر صِدّیق

(دیوان سالکؔ) از مفتی احمد یار خان رَحْمَۃُ اللہِ تَعَالٰی عَلَيْہِ

صَلُّوا عَلَی الحَبِيب! صَلَّی اللہُ تعالٰی عَلٰی مُحَمَّد

## مريدِ ڪامل

منھنجا آقا اعليٰ حضرت امام اھلسنت مولانا شاھ امام احمد

(1) پنھنجي وڏي شھزادي حضرت امام حسن رضی اللہ تعالٰی عنہ جي سبب اميرالمؤمنين (حضرت سيدنا) علي مرتضيٰ کَرَّمَ اللہُ تَعَالٰی وَجْهَهُ الْکَرِيْم جي ڪنيت ابوالحسن آھي.

رضا خان علیہ رحمۃ الرحمٰن فتاويٰ رضويہ شريف ۾ فرمائن ٿا: اولياءِ ڪرام رحمھم اللہ السّلام فرمائن ٿا: سموري جهان ۾ مصطفيٰ صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جهڙو نہ ڪو پير آهي، ۽ نہ صديق اڪبر رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ جهڙو ڪو مريد آهي. (فتاويٰ رضويہ ج11 ص 326)

عقل ہے تیری سِپَر، عشق ہے شمشیر تری
میرے دَرویش! خِلافت ہے جہانگیر تری

ما سِوَا اللہ کے لئے آگ ہے تکبیر تری
تُو مسلماں ہو تو تقدیر ہے تدبیر تری

کی محمد سے وفا تو نے تو ہم تیرے ہیں
یہ جہاں چیز ہے کیا، لوح و قلم تیرے ہیں

صَلُّوا عَلَى الحَبِيب! صَلَّى اللهُ تعالٰی عَلٰی مُحَمَّد

## صديقِ اڪبر امامت فرمائي

دعوت اسلامي جي اشاعتي اداري مکتبة المدينہ جي شايع ٿيل 92 صفحن تي مشتمل ڪتاب "**سوانحِ ڪربلا**" صفحي 41 تي آهي: بخاري ۽ مسلم حضرت سيّدنا ابوموسيٰ اشعري رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ کان روايت ڪئي آهي تہ حُضورِ اَقدَس صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم بيمار ٿيا ۽ مرض غلبو ڪيو تہ فرمايائون: ابوبڪر رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ کي حڪم ڏيو تہ نماز پڙهائن، حضرت سَيِّدتُنا عائشہ صديقہ رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہَا عرض ڪيو: يارسول الله صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم اُهي نرم دل آهن. اوهان جي جڳهہ بيهي نماز نہ پڙهائي سگهندا، فرمايائون: حڪم ڏيو ابوبڪر کي تہ نماز پڙهائن، حضرت سيدتنا عائشہ صديقہ رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہَا ٻيهر اهو عُذر پيش ڪيو، حضور صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم وري تاڪيد سان حڪم ڏنو ۽ حضرت سيّدنا صديق اڪبر

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم: جنهن مون تي ڏهه ڀيرا صبح ۽ ڏهه ڀيرا شام درود پاڪ پڙهيو ته ان کي قيامت جي ڏينهن منهنجي شفاعت ملندي.

رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ **حضور** صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیۡہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم **جي مبارڪ حياتي ۾ نماز پڙهائي.** اها حديث مُتواتِر آهي حضرت عائشہ ۽ ابن مسعود، ابن عمر، عبدالله بن زَمۡعَہ، ابو سعيد ۽ علي بن ابي طالب ۽ حفصہ رَضِيَ الله عنهم وغيرهم کان مروي آهي علماءَ فرمائن ٿا: انهي حديث ۾ واضح دليل آهي ته حضرت سيّدنا صديق اڪبر رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ مطلقًا سيني صحابہ عَلَيۡهِمُ الرِّضۡوَانُ کان افضل، خلافت ۽ امامت جي لاءِ سڀ کان اَحق ۽ اوليٰ (يعني وڌيڪ حقدار ۽ بهتر) آهن.

(تاريخ الخلفاء ص 47،48)

عِلم میں زُہد میں بے شبہ تُو سب سے بڑھ کر   کہ امامت سے تری کُھل گئے جوہر صِدّیق

اِس امامت سے کُھلا تم ہو اِمامِ اکبر   تھی یہی رَمزِ نبی کہتے ہیں حیدر صِدّیق

(دیوان سالک)

صَلُّوا عَلَی الحَبِیب! صَلَّی اللهُ تعالٰی عَلٰی مُحَمَّد

**مٺا مٺا اسلامي ڀائرو!** عاشقِ صادق جي نشاني هي آهي ته اهو هر گهڙي محبوب جي ياد کي سيني ۾ سانڍي رکندو آهي. عشق رسول جي لذت کان اڻ واقف ماڻهن کي جڏهن عاشقن جو انداز سمجهه ۾ ناهي ايندو ته اهي ان جو مذاق اڏائيندا، طَنزِيَہ جملا چوندا ۽ ڳالهيون ناهيندا آهن، هڪ شاعر اهڙن بي سمجهن کي سمجهائيندي ۽ حقيقي عاشقن جي ديوانگي سان ڀرپور جذبن جي ترجماني ڪندي چيو:

نہ کسی کے رَقص پہ طنز کر نہ کسی کے غم کا مذاق اڑا

جسے چاہے جیسے نواز دے، یہ مزاجِ عشقِ رسول ہے

صَلُّوا عَلَی الحَبِیب! صَلَّی اللهُ تعالٰی عَلٰی مُحَمَّد

خدا جو قسم! جيڪڏهن اسان کي عاشق اڪبر حضرت سيّدنا صديق اڪبر رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ جي عشق رسول جي هڪ ذري جو ڪروڙون حصو به عطا ٿي وڃي ته ٻيڙو پار ٿي وڃي.

دولتِ عشق سے آقا مِری جھولی بھر دو — بس یہی ہو مِرا سامان مدینے والے
آپ کے عشق میں اے کاش! کہ روتے روتے — یہ نکل جائے مری جان مدینے والے
مجھ کو دیوانہ مدینے کا بنالو آقا — بس یہی ہے مِرا اَرمان مدینے والے
کاش ! عطّارؔ ہو آزاد غمِ دُنیا سے — بس تمہارا ہی رہے دِھیان مدینے والے
(وسائلِ بخشش)

صَلُّوا عَلَی الْحَبِیب! صَلَّی اللہُ تعالٰی عَلٰی مُحَمَّد

## غار ثور وارو نانءُ

مديني پاڪ ڏانهن هجرت جي موقعي تي سرڪار نامدار، مڪي مديني جي تاجدار صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جا راز دار و جان نثار، يار غار و يار مزار حضرت سيّدنا صديق اڪبر رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ جان نثاري جو جيڪو اعليٰ مثال قائم فرمايو اهو به پنهنجي جڳهه بي مثال آهي، ڪجهه لفظن جي فرق سان مختلف ڪتابن ۾ انهي مضمون جون روايتون آهن ته جڏهن الله عَزَّوَجَلَّ جا حبيب، حَبِيبِ لَبِيب، بي چين دلين جا طبيب صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم غارِ ثور جي ويجهو پهتا ته پهرين حضرت سيّدنا صديق اڪبر رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ غار ۾ داخل ٿيا، صفائي ڪري تمام سوراخن کي بند ڪيو آخري ٻن سوراخن کي بند ڪرڻ لاءِ ڪا شيءِ نه ملي ته پاڻ رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ پنهنجي مبارڪ پيرن سان انهن ٻنهي سوراخن کي بند

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّی اللّٰہ تعالٰی علیہ واٰلہٖ وسلّم: جڏھن توھان مرسلين (عليھم السلام) تي درود شريف پڙھو تہ مونَ تي بہ پڙھو بيشڪ آءُ سڀني جھانن جي ربّ جو رسول آھيان.

ڪيو، پوءِ رسول ڪريم، رؤف رحيم صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم ڪي اندر اچڻ جي درخواست ڪئي. رسول الله صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم اندر تشريف وٺي ويا ۽ پنھنجي وفادار، يار غار و يار مزار صديق اڪبر رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ جي زانو (يعني گوڏي) تي مٿو مبارڪ رکي آرام فرمائڻ لڳا، غار ۾ ھڪ نانگ ھيو جنھن پير تي ڏنگي وڌو، پر صدقي وجان ان پيڪر عشق و محبت تي جو سُور ۽ تڪليف جي شدت باوجود صرف انھي خيال سبب تہ مصطفيٰ جانِ رحمت صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي آرام ۽ راحت ۾ خَلل نہ ٿئي، بلڪل خاموش رھيا، ۽ چُرپُر بہ نہ ڪيائون، پر تڪليف جي شدت سبب غير اختياري طور تي چَشمَان مبارڪ (يعني اکين) مان لُڙڪ وھڻ لڳا ۽ جڏھن اَشڪ عِشق (يعني محبت جي لڙڪن) جا ڪجھ قطرا محبوب ڪريم صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي مبارڪ چھري تي آيا تہ شاھِ عالي وقار صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم بيدار ٿيا، اِستِفسَار فرمايائون: اي ابوبڪر چو ٿا روئو؟ حضرت سيّدنا صديق اڪبر رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ نانگ جي ڏنگڻ جو واقعو عرض ڪيو، پاڻ ڪريم صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم ڏنگيل حصي تي پنھنجو لُعابِ دَھن لڳايو تہ ھڪدم آرام ملي ويو. (مشڪاۃالمصابيح ج 4 ص 417 حديث6034)

نہ کیوں کر کہوں یَا حَبِیْبِیْ اَغِثْنِیْ !
اِسی نام سے ہر مصیبت ٹلی ہے

مَنزَلِ صِدقُ و عِشق جا رھبر حضرت سيّدنا صديق اڪبر رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ جي عظمت ۽ غار ثور واري حڪايت ڏانھن اشارو

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّی اللہ تعالٰی علیہ واٰلہٖ وسلم : توهان جتي بہ هجو مون تي درود پڙهو توهان جو درود مون وٽ پهچندو آهي.

ڪندي ڪنهن شاعر ڪيڏو نہ پيارو ڪلام چيو:

یار کے نام پہ مرنے والا سب کچھ صَدَقہ کرنے والا
ایڑی تورکھدی سانپ کے بِل پر زہر کا صدمہ سہ لیا دل پر
منزلِ صدق و عشق کا رَہبر یہ سب کچھ ہے خاطرِ دلبر
صَلُّوا عَلَی الحَبِیب! صَلَّی اللّٰہُ تعالٰی عَلٰی مُحَمَّد

## اللّٰه اسان سان گڏ آهي

حضرت سيّدنا صديق اڪبر رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ جڏهن رسول ذِي وقار، شهنشاهِ اَبرار صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم سان گڏ غار ثور ۾ تشريف وٺي ويا تہ بد بخت ڪافر غار جي ويجهو پهچي ويا هئا بنهي پاڪ هستين جي غار ۾ موجود هجڻ ڪي الله ربُّ العُليٰ سيپاري 10 سورۃُالتَوبہ آيت 40 ۾ ائين بيان فرمايو:

ثَانِيَ اثْنَيْنِ اِذْ هُمَا فِي الْغَارِ ترجمو ڪنزالايمان: صرف بہ جانين سان جڏهن اهي بئي غار ۾ هئا (پ 10 التوبہ 40)

اعليٰ حضرت رَحْمَۃُ اللّٰہِ تَعَالٰی عَلَیْہ انهي واقعي ڏانهن اشارو ڪندي حضرت سيّدنا صديق اڪبر رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ جو شان عظمت نشان ائين بيان فرمايو آهي:

یعنی اُس اَفضلُ الخَلْقِ بَعدَ الرُّسُل
ثَانِیَ اثْنَیْنِ ہجرت پہ لاکھوں سلام (حدائقِ بخشش)

اللّٰه عَزَّوَجَلَّ انهن بنهي پاڪ هستين جي حفاظت جا ظاهري سبب بہ پيدا فرمايا، اهو ائين جو جڏهن جنابِ رسالتِ مآب صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم حضرت سيّدنا صديق اڪبر رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ سان گڏ غارِ ثور ۾ داخل ٿيا تہ خدائي پهرو لڳجي ويو، غار جي منهن تي ڪوريئڙي

ڄارو ناهيو ۽ ڪناري تي ڪبوتر آنا لاٿا. دعوت اسلامي جي اشاعتي اداري مڪتبة المدينہ جي شايع ٿيل 680 صفحن تي مشتمل ڪتاب "**مڪاشفة القلوب**" صفحي 132 تي آهي: اهو سڀ مڪي جي ڪافرن کي غار جي تلاشي ڪان پري رکڻ لاءِ ڪيو ويو، انهن ٻنهي ڪبوترن کي ربّ ذوالجلّال عَزَّوَجَلَّ اهڙو بي مثال بدلو ڏنو جو اڄ تائين مڪي جي حرم ۾ جيترا به ڪبوتر آهن اهي سڀ انهن ٻنهي ڪبوترن جي اولاد مان آهن. جئين الله عَزَّوَجَلَّ جي حڪم سان انهن نبيّ رحمت صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي حفاظت ڪئي هئي تيئن رَبُّ عَزَّوَجَلَّ به حرم ۾ انهن جي شڪار تي پابندي لڳائي ڇڏي آهي.

(مڪاشفة القلوب ج 1ص 57 دارالڪتب العلمية بيروت)

فانوس بن کے جس کی حفاظت ہَوا کرے
وہ شمع کیا بجھے جسے روشن خدا کرے

جڏهن ڪافرن اتي ڪبوترن جو آکيرو ۽ انهن جا آنا ڏٺا ته چوڻ لڳا: جيڪڏهن ان غار ۾ ڪو انسان هجي ها ته نه ڪورئيڙو ڄارو ناهي ها، نه ڪبوتر آنا ڏئي ها. ڪافرن جي پيرن جو هلڪو آواز ٻڌي عاشق اڪبر رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ ڪجهه گهٻرائجي عرض ڪيو: يارسول الله صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم هاڻ دشمن اسان جي ايترو ته ويجهو اچي ويا آهن جيڪڏهن اهي پنهنجي پيرن تي نظر وجهندا ته اسان کي ڏسي وٺندا. حضور اڪرم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فرمايو:

لَا تَحۡزَنۡ اِنَّ اللّٰهَ مَعَنَا

**ترجمو ڪنزالايمان:** غم نہ ڪر بيشڪ للہ اسان سان گڏ آهي. (پ 10 التوبہ 40)

**اعليٰ حضرت امام احمد رضا خان** عَلَيۡهِ رَحۡمَۃُ الرَّحۡمٰن **مڪي مديني جا سلطان سرور ذيشان** صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم **جي ان عظيم مُعجزي ۾ دشمنن جي خواري جو بيان ڪندي فرمائن ٿا:**

جان ہیں، جان کیا نظر آئے
کیوں عدو گردِ غار پھرتے ہیں
(حدائقِ بخشش)

پوءِ **حضرت سيّدنا صديق اڪبر** رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنۡهُ **تي سڪينہ** (يعني رحمت) **نازل ٿي ۽ پاڻ بالڪل مطمئن ۽ بي خوف ٿي ويا، چوٿين ڏينهن پهرين رَبيعُ النّور سومر شريف تي حضور نامدار** صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم **غار کان ٻاهر تشريف وٺي آيا ۽ مديني پاڪ ڏانهن روانا ٿيا.** (ماخوذ ازعجائب القران مع غرائب القران ص 303،304 مڪتبةالمدينة باب المدينہ)

صَلُّوا عَلَى الۡحَبِيۡب! صَلَّى اللّٰهُ تَعالٰى عَلٰى مُحَمَّد

## واه! ڪوريئڙا تنهنجو نصيب

**مٺا مٺا اسلامي ڀائرو!** اَلۡحَمۡدُ لِلّٰه! **محبوبِ ربّ اڪبر** صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم **۽ صديق اڪبر** رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنۡهُ **ڪامياب بامراد ۽ تلاش ڪرڻ وارا بدبخت ڪافر ناڪام ۽ نامراد ٿيا، ڪوريئڙو ڳولڻ جي راهه بند ڪندي غار جو منهن ائين ناهيو جو ان تائين جاسوسن جي سوچ بہ نہ پهچي سگهي، ۽ اهي مايوس ٿي واپس موٽيا ۽ ڪوريئڙي کي عظيم سعادت ملي جنهن کي "مڪاشفةالقلوب" ۾ حضرت سيّدنا ابن نقيب** عليه رحمةُ الحسيب **بيان ڪيو آهي: ريشم جي**

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم : مون تي ڪثرت سان درود شريف پڙهويبشڪ توهان جو مون تي درودشريف پڙهڻ توهان جي گناهن جي لاءِ مغفرت آهي.

ڪيڙن اهڙو ريشم ناهيو جيڪو خوبصورتي ۾ پنهنجي مثال پاڻ آهي پر ڪورئيڙو انهن کان لک درجا بهتر آهي انهي لاءِ جو ان غار ثور ۾ سرڪار عالي وقار صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي غار جي منهن تي ڄارو ناهيو هيو. (مڪاشفة القلوب ج 1 ص 57)

صَلُّوا عَلَى الحَبِيب! صَلَّى اللهُ تعالٰى عَلٰى مُحَمَّد

## غار جي ڀِي پاسي سمنڊ نظر آيو!

ڪجھ سيرت نگارن لکيو آهي تہ حضرت سيّدنا صديق اڪبر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جڏهن دشمن جي ڏسڻ جو خدشو ظاهر ڪيو تہ نبي ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فرمايو: جيڪڏهن اهي ماڻهون هتان داخل ٿيا تہ اسين هتان نڪري ويندا سين، عاشق اڪبر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جيئن نگاھ ان پاسي ڪئي تہ ان پاسي هڪ دروازو نظر آيو جنهن سان گڏ هڪ سمنڊ ڇوليون هڻندي نظر آهيو ۽ غار جي دروازي تي هڪ ڪشتي ٻڌل هئي. (مڪاشفةالقلوب ج 1 ص 58)

تم ہو حَفیظ و مُغیث کیا ہے وہ دُشمن خبیث
تم ہو تو پھر خوف کیا تم پہ کروڑوں دُرُود

آس ہے کوئی نہ پاس ایک تمہاری ہے آس
بس ہے یہی آسرا تم پہ کروڑوں دُرُود

(حدائقِ بخشش)

## مصيبت ۾ آقا کان مدد گهرڻ صحابہ جو طريقو آهي

مٺا مٺا اسلامي ڀائرو! توهان سَروَرِ ذيشان رحمت عالميان صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو مُعجزو ملاحظ فرمايو تہ غار ثور جي ٻي پاسي پاڻ سڳورن صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي نگاھ پُر انوار جي برڪت سان يار غار و يار مزار رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ ڪي ٻيڙي ۽ سمنڊ

نظر آيو، ايئن فيضانِ رسالت سان پاڻ رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ چين ۽ راحت محسوس ڪرڻ لڳا، انهي واقعي مان اها بہ خبر پئي تہ محبوبِ ربُّ العِبَاد صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم کان حاجت ۽ مصيبت جي وقت مدد طلب ڪرڻ صحابہ ڪرام علیہم الرضوان جو طريقو آهي.

وَاللہ! وہ سُن لیں گے فریاد کو پہنچیں گے
اِتنا بھی تو ہو کوئی جو آہ کرے دل سے (حدائقِ بخشش)

## صديق اڪبر رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ جي نرالي آرزو

حضرت سيّدنا امام محمد بن سيرين رَحْمَۃُ اللہِ تَعَالٰی عَلَیْہ فرمائن ٿا: جڏهن حضرت سيّدنا صديق اڪبر رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ مڪي مديني جي تاجدار صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم سان گڏ غار ڏانهن وڃي رهيا هئا تہ پاڻ رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ سرڪار عالي وقار صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي ڪڏهن اڳتي هلندا هئا تہ ڪڏهن پوئتي، حضور اڪرم، نورمُجَسّم صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم پڇا ڪئي، ائين ڇو ٿا ڪيو؟ عرض ڪيائون: جڏهن مون کي ڳولڻ وارن جو خيال ايندو آهي تہ توهان جي پويان ٿي ويندو آهيان ۽ جڏهن لڪي وار ڪندڙن جو خيال ايندو آهي تہ اڳيان اڳيان هلڻ شروع ڪندو آهيان جو ائين نہ ٿئي جو پاڻ ڪريم صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم کي ڪا تڪليف پهچي، پياري پياري آقا مديني واري مصطفيٰ صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم ارشاد فرمايو: ڇا توهان خطري جي صورت ۾ منهنجي اڳيان مرڻ پسند ڪيو ٿا؟ عرض ڪيو: رَبِّ ذوالجلال جو قسم! منهنجي اها آرزو آهي. (دلائل النبوة للبيهقي ج 2 ص 476 ملخصاً دارالڪتب العلمية بيروت)

يوں مجھ کو موت آئے تو کیا پوچھنا مرا
میں خاک پر نگاہ درِ یار کی طرف

مُفسِّر شهير مُفتي احمد يار خان عَلَيْهِ رَحْمَةُ الرَّحْمٰن صديق اڪبر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ جو شان بيان ڪندي فرمائن ٿا:

بہتری جس پہ کرے فخر وہ بہتر صِدّیق — سَروَری جس پہ کرے ناز وہ سَروَر صِدّیق
زِیست میں موت میں اور قبر میں ثانی ہی رہے — ثَانِیَ اثْنَیْن کے اِس طرح ہیں مظہر صِدّیق
اُن کے مَدّاح نبی، اُن کا ثنا گو اللہ — حق اَبُو الفَضْل کہے اور پیمبر صِدّیق
بال بچوں کے لئے گھر میں خدا کو چھوڑیں — مصطفٰے پر کریں گھر بار نچھاور صِدّیق

ایک گھر بار تو کیا غار میں جاں بھی دے دیں
سانپ ڈستا رہے لیکن نہ ہوں مُضطَر صِدّیق
(دیوان سالک)

صَلُّوا عَلَى الحَبِيب! صَلَّى اللهُ تعالٰى عَلٰى مُحَمَّد

## آخرت جي سفر ۾ هڪجهڙائي

مُفسِّر شهير مُفتي احمد يار خان عَلَيْهِ رَحْمَةُ الرَّحْمٰن فرمائن ٿا: حضور انور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو وصال زهر جو اثر ٻيهر ظاهر ٿيڻ ڪري ٿيو[1] اهڙي طرح حضرت سيّدنا صديق اڪبر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ جو وصال بہ ان نانگ جي زهر جو اثر ٻيهر ظاهر ٿيڻ سبب ٿيو جنهن هجرت واري رات ۾ غار ۾ ڏنگيو هيو، حضرت سيّدنا صديق اڪبر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ کي فَنَا فِي الرَّسول جو اهو درجو حاصل آهي جو پاڻ جو وصال بہ حضور انور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي وصال جو نمونو آهي سومر جي ڏينهن حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو وصال ۽ سومر جو ڏينهن گذاري رات جو حضرت سيّدنا صديق اڪبر

(1) اهو زهر جيڪو غزوهء خيبر جي موقعي تي زينب بن حارث يهودڻ ڏنو هيو

فرمانِ مصطفيٰ صلى الله تعالى عليه واله وسلم : جنهن وٽ منهنجو ذڪر ٿئي ۽ اهو مون تي درود شريف نه پڙهي ته ان جفا ڪئي.

رضي الله تعالى عنه جو وصال، حضور اڪرم صلى الله تعالى عليه واله وسلم جي وفات واري ڏينهن رات جو ڏيئي ۾ تيل نه هيو، حضرت سيّدنا صديق اڪبر رضي الله تعالى عنه جي وفات وقت گهر ۾ ڪفن لاءِ پيسا نه هئا اها آهي فنا. (مراةالمناجيح ج 8 ص 295)

امام عشق و محبت، يار ماهِ رسالت حضرت سيّدنا صديق اڪبر رضي الله تعالى عنه جي بي مثال محبت ۽ عقيدت جي ساراهه ڪندي اعليٰ حضرت عظيم البرڪت فرمائن ٿا:

صِدّیق بلکہ غار میں جاں اُس پہ دے چکے — اور حفظِ جاں تو جان فُروضِ غُرر کی ہے
ہاں! تو نے اِن کو جان، اُنہیں پھیر دی نماز — پر وہ تو کر چکے تھے جو کرنی بَشَر کی ہے
ثابِت ہوا کہ جُملہ فرائض فُروع ہیں
اَصلُ الاُصُول بندگی اُس تاجوَر کی ہے
(حدائقِ بخشش)

مٺا مٺا اسلامي ڀائرو! اوهان رسول انور، محبوبِ ربّ اڪبر صلى الله تعالى عليه واله وسلم ۽ محبوبِ حبيب داور عاشق اڪبر رضي الله تعالى عنه جي آخرت جي سفر ۾ موافقت ملاحظ فرمائي ته شاهه جُود و نَوال صلى الله تعالى عليه واله وسلم جي گهر وصال مهل ڏيئي ۾ تيل نه هيو، پاڻ ڪريم صلى الله تعالى عليه واله وسلم جي جان نثار صديق خوش خِصال رضي الله تعالى عنه جو اهو حال هيو، جو بي وفا دنيا جي فاني دولت پويان پوڻ بدران عشق ۽ محبت جي دولت گڏ ڪئي، پاڻ کي تڪليف ۾ وجهڻ برداشت ڪيو ۽ انهي حالت کي ٻنهي جهانن جو سڪون سمجهيو.

جان ہے عشقِ مصطفیٰ روز فُزوں کرے خدا
جس کو ہو دَرد کا مزہ نازِ دوا اٹھائے کیوں
(حدائقِ بخشش)

خبر پئي تہ بارگاهہ ربُّ العزت ۾ ڌن دولت جو قدر ناهي بلڪ شرافت ۽ فضيلت وارو، وڏيڪ عزت وارو اهو آهي جيڪو تقويٰ ۽ پرهيز گاري جي دولت سان مالا مال آهي. اللّٰہ مُجيبُ الدَعوَات عَزَّوَجَلَّ جو سيپاري 26 سورةُ الحُجُرات جي آيت 13 ۾ فرمان عزّت نشان آهي :

اِنَّ اَكۡرَمَكُمۡ عِنۡدَ اللّٰهِ اَتۡقٰكُمۡ ؕ

ترجمو ڪنزالايمان : بيشڪ الله وٽ توهان مان زياده عزت وارو اهو آهي جيڪو توهان مان وڌيڪ پرهيزگار آهي

صَلُّوا عَلَى الحَبِيب! صَلَّى اللهُ تعالٰى عَلٰى مُحَمَّد

## صديق اڪبر جو غم مصطفيٰ

بارگاهہ الٰهي جا مُقَرَّب ۽ پيارا، دربار رسالت جا چمڪندڙ تارا، سلطان عالميان صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیۡہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي اکين جا تارا، ڏکايل دلن جا سهارا، حضرت سيّدنا صديق اڪبر رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنۡہُ سَروَرِ ڪائنات، شهنشاهہ موجودات صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیۡہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي ظاهري وفات جي موقعي تي غم مصطفيٰ ۾ بي قرار ٿي اهي شعر چيا:

لَمَّا رَأَيۡتُ نَبِيَّنَا مُتَجَدِّلاً ضَاقَتۡ عَلَيَّ بِعَرۡضِهِنَّ الدُّوۡر

فَارۡتَاعَ قَلۡبِيۡ عِنۡدَ ذَاكَ لِهُلۡكِهٖ وَالۡعَظۡمُ مِنِّيۡ مَا حَيِّيۡتُ كَسِيۡر

يَا لَيۡتَنِيۡ مِنۡ قَبۡلِ مَهۡلَكِ صَاحِبِيۡ غَيِّبۡتُ فِيۡ جَدۡثٍ عَلَيَّ صَخُوۡر

ترجمو: ﴿1﴾ جڏهن مون پنهنجي نبي صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیۡہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم کي وفات ۾ ڏٺو تہ گهر پنهنجي ڪشادگي جي باوجود مون تي تنگ ٿي پيو ﴿2﴾ حضور جي وفات وقت منهنجي دل ڏڪي وئي ۽ سڄي زندگي منهنجي هڏي ڀڳل رهندي ﴿3﴾ ڪاش! مان پنهنجي آقا جي وصال کان

پهرين پٿريلي زمين تي قبر ۾ دفن ڪيو ويجان هان .

(المواهب اللدنية للقسطلاني ج 3 ص 394 دارالكتب العلمية بيروت)

**مفسر شهير حڪيم الامت مفتي احمد يار خان** عليه رحمة المنان **”ديوان سالڪ“ ۾ غم مصطفيٰ ۾ پنهنجي جذبن جو اظهار ڪندي فرمائن ٿا:**

جنہیں خَلق کہتی ہے مصطفیٰ، مرا دل اُنہیں پہ نثار ہے مِرے قلب میں ہیں وہ جلوہ گر کہ مدینہ جن کا دِیار ہے

وہ جھلک دکھا کے چلے گئے مِرے دل کا چین بھی لے گئے مِری روح ساتھ نہ کیوں گئی، مجھے اب تو زندگی بار ہے

وُہی موت ہے وُہی زندگی، جو خدا نصیب کرے مجھے

کہ مَرے تو اُن ہی کے نام پر، جو جیئے تو اُن پہ نثار ہے

صَلُّوا عَلَى الحَبِيب! صَلَّى اللهُ تعالٰى عَلٰى مُحَمَّد

## ڪاش ! اسان کي ٻه غم مصطفيٰ نصيب ٿئي

**مٺا مٺا اسلامي ڀائرو!** عاشق شاهِ بَحر و بَر، راهِ عشق و محبت جا رهبر، عاشق اڪبر حضرت سيّدنا صديق اڪبر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ پنهنجي محبت ۽ عقيدت جو اظهار شاعري ۾ ڪيڏي نه سوز ۽ رِقت سان فرمايو آهي. ڪاش! سرور ڪائنات جي وزير ۽ دلبر حضرت سيّدنا صديق اڪبر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي غم مصطفيٰ ۾ وهڻ وارن مبارڪ لڙڪن جي صدقي اسان کي به غم مصطفيٰ ۾ روئڻ واريون اکيون نصيب ٿين.

ہجرِ رسول میں ہمیں یا ربِّ مصطفیٰ

اے کاش! پھُوٹ پھُوٹ کے رونا نصیب ہو

(وسائلِ بخشش)

صَلُّوا عَلَى الحَبِيب! صَلَّى اللهُ تعالٰى عَلٰى مُحَمَّد

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم : جنهن مون تي هڪ ڀيرو درود پاڪ پڙهيو الله تعاليٰ ان تي ڏهه رحمتون موڪليندو آهي.

# خواب ۾ ديدار مصطفيٰ

عارف بالله علامہ عبدالرحمٰن جامي قُدِّسَ سِرُّهُ السَّامِي پنهنجي مشهور ڪتاب ”شَواهِدُالنُّبُوة“ ۾ يارِ غار و يارِ مزار عاشق شهنشاهه ابرار، حضرت سيّدنا صديق اڪبر رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ جي مبارڪ زندگي جي آخري ڏينهن جو هڪ ايمان افروز خواب نقل ڪيو آهي، ان جو ڪجهه حصو بيان ڪيو وڃي ٿو، حضرت سيّدنا صديق اڪبر رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ فرمائن ٿا: هڪ دفعي رات جي آخري حصي ۾ خواب ۾ ديدار مصطفيٰ جي سعادت حاصل ٿي پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ٻن سفيد ڪپڙن ۾ هئا، ۽ آءُ انهن ڪپڙن جي ٻنهي ڪنارن کي ملائي رهيو هئس، اوچتو اهي ٻئي ڪپڙا ساوا ٿيا ۽ چمڪڻ لڳا، انهن جي چمڪ ڏمڪ اکين کي حيران ڪندڙ هئي، حضور پُر نور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم مون کي اَلسَّلامُ عَلَيْكُم چئي مصافحي (يعني هٿ ملائڻ) جي سعادت بخشي ۽ پنهنجو مبارڪ هٿ منهنجي سيني تي رکيو، جنهن سبب منهنجي دلي بيقراري ختم ٿي وئي پوءِ فرمايو: اي ابو بڪر مونکي تو سان ملڻ جو شوق آهي، ڇا اجا اهو وقت ناهي آيو جو توهان مون وٽ اچي وڃو؟ آءُ خواب ۾ گهڻو رُنس ايستائين جو منهنجي گهر وارن کي منهنجي روئڻ جي خبر پئجي وئي انهن بيداري کان پوءِ مون کي خواب ۾ روئڻ بابت ٻڌايو.

(شواهدالنبوة للجامي ص199 مڪتبةالحقيقة ترڪي)

صَلُّوا عَلَى الحَبِيب! صَلَّى اللهُ تعالٰى عَلٰى مُحَمَّد

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم : جنهن مون تي ڏھ ڀيرو درود پاڪ پڙهيو الله تعاليٰ ان تي سؤ رحمتون موڪليندو آهي.

## يوم وفات ۾ ڪفن ۾ موافقت جو شوق

دعوت اسلامي جي اشاعتي اداري مكتبة المدينہ جي شايع ٿيل 274 صفحن تي مشتمل ڪتاب "صحابہ کرام کا عشق رسول" جي صفحي 67 تي آهي حضرت سيّدنا صديق اڪبر رضی اللہ تعالیٰ عنہ پنهنجي وفات کان ڪجھ ڪلاڪ پهرين پنهنجي شهزادي حضرت سيّدَتُنا عائشہ صديقہ رضی اللہ تعالیٰ عنہا کان پڇا ڪئي رسول الله صلّی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلّم جي ڪفن ۾ ڪيترا ڪپڙا هئا؟ حضور رحمت عالم صلّی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلّم جي وفات شريف ڪنهن ڏينهن ٿي؟ انهي سوالن جو سبب اهو هيو جو پاڻ رضی اللہ تعالیٰ عنہ جي آرزو هئي جو ڪفن ۽ وفات جي ڏينهن ۾ حضور صلّی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلّم سان موافقت ٿئي. جيئن حياتي ۾ حضور سرور ڪائنات صلّی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلّم جي اِتباع (يعني پيروي) ڪئي ائين موت ۾ بہ اِتباع ٿئي.

(صحيح البخاري ج1 ص 468 حديث 1387 دارالکتب العلمية بيروت)

اللہ اللہ یہ شوقِ اِتّباع
کیوں نہ ہو صِدّیقِ اکبر تھے

## صديق اڪبر جي وفات جو سبب غم مصطفيٰ هيو

سُبحٰن الله عَزَّوَجَلَّ! اميرالمؤمنين حضرت سيّدنا صديق اڪبر رضی اللہ تعالیٰ عنہ عشقِ رسول باڪمال و بي مثال جي دولت لازوال سان ڪيترا نہ مالامال هئا، پاڻ رضی اللہ تعالیٰ عنہ جي ڏينهن رات جا احوال، بي بي آمنہ جي لال، پيڪر حسن و جمال صلّی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلّم جي عشق بي مثال جا ڪامل نمونا هئا، رسول هاشمي، مڪي مدني صلّی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلّم جي وصال ظاهري کان پوءِ پاڻ رضی اللہ تعالیٰ عنہ

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہ وسلم: جنهن مون تي ڏينهن ۾ پنجاهه ڀيرا درود پاڪ پڙهيو قيامت جي ڏينهن مان ان سان مصافحو ڪندس.

جي مبارڪ زندگي ۾ سنجيدگي غالب اچي وئي هئي ۽ (تقريبًا 2 سال 7 مهينن تي مشتمل) پنهنجي باقي زندگي جا ڏينهن رات گذارڻ مشڪل ٿي پيا ۽ پاڻ رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنۡهُ ياد سرڪار نامدار صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ۾ بيقرار رهڻ لڳا، جيئن ته حضرت سيّدنا جلال الدين سُيُوطِي الشافعي عَلَيۡه رَحۡمَةُ اللهِ القوي نقل فرمائن ٿا: حضرت سيّدنا عبدالله بن عمر رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنۡهُما فرمائن ٿا: حضرت سيّدنا صديق اڪبر رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنۡهُ جي وفات جو اصل سبب سَرورِ ڪائنات صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو ظاهري وصال هيو انهي صدمي سبب پاڻ رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنۡهُ جو مبارڪ بدن ڳرڻ لڳو ۽ اهو وفات جو سبب بڻيو.

(تاريخ الخلفاء ص 62 بتغير)

مَر ہی جاؤں میں اگر اِس در سے جاؤں دو قدم
کیا بچے بیمارِ غم قُربِ مسیحا چھوڑ کر
(ذوقِ نعت)

## مريضِ مصطفيٰ

حضرت سيّدنا عبدالرحمٰن جلال الدين سُيُوطِي عَلَيۡه رَحۡمَةُ اللهِ القوي تاريخ الخلفاء ۾ نقل فرمائن ٿا: حضرت سيّدنا صديق اڪبر رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنۡهُ جي بيماري واري ڏينهن ۾ ماڻهو عيادت لاءِ حاضر ٿيا ۽ عرض ڪيائون: اي جانشين رسول! اجازت ملي ته اسان توهان لاءِ طبيب وٺي اچون، فرمايائون: طبيب مون کي ڏسي ورتو آهي عرض ڪيائون: طبيب ڇا چيو؟ ارشاد فرمايائون: ته ان فرمايو: اِنِّيۡ فَعَّالٌ لِّمَا اُرِيۡدُ يعني مان جيڪو چاهيندو آهيان اهو ڪندو آهيان.(تاريخ الخلفاء ص 62) مراد اها هئي جو حڪيم الله تعاليٰ

**فرمانِ مصطفيٰ** صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم: **جيڪو مون تي هڪ ڀيرو درود پڙهندو آهي الله تعالي ان جي لاءِ هڪ قِيراط اجر لکندو آهي ۽ هڪ قيراط احد پهاڙ جيڏو آهي.**

آهي ان جي مرضي ڪي ڪو بہ ڦيري نٿو سگهي، جيڪا مَشِيّت (يعني مرضي) آهي اها ضرور ٿيندي. اهو صديق اڪبر رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ جو سچو توڪّل هيو ۽ حق تعاليٰ جي رضا تي راضي هئا.

(سوانح ڪربلا ص 48 مڪتبةالمدينہ باب المدينہ ڪراچي)

میں مریضِ مصطفیٰ ہوں مجھے چھیڑو نہ طبیبو!
مِری زندگی جو چاہو مجھے لے چلو مدینہ

صَلُّوا عَلَى الْحَبِيب! صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلٰى مُحَمَّد

## دِل مِرا دنیا پہ شیدا ھوگیا

**مٺا مٺا اسلامي ڀائرو!** عاشق ساقي ڪوثر اميرُ المُؤمنين حضرت سيّدنا صديق اڪبر رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ واقعي محبوبِ ربّ اڪبر صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جا عاشق اڪبر آهن. مصطفيٰ ڪريمن صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي جدائي جي غم، عشقِ رسول مُجتَبيٰ ۾ بيمار ٿيڻ سندن جي عاشق هجڻ جو دليل آهي. دل جي بي چيني جو سبب صرف محبوب ربُّ العِباد صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي ياد ۽ سندن جو فِراق آهي ۽ اسان بہ تہ آهيون جو اسان جي دل دنيا جي محبت، عارضي حُسن و جمال ۾ ڪجھ ڏينهن رهندڙ جاھ و جلال تي فدا آهي. ان جي لاءِ تڙپندي، سڪندي ۽ نفساني خواهشون پوريون نہ ٿيڻ تي مايوسي سبب دانهون ڪندي آهي.

دل مرا دنیا پہ شیدا ہوگیا — اے مرے اللہ یہ کیا ہوگیا
کچھ مرے بچنے کی صورت کیجئے — اب تو جو ہونا تھا مولیٰ ہوگیا
عیب پوشِ خلق دامن سے ترے
سب گنہگاروں کا پردہ ہوگیا (ذوقِ نعت)

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّی اللّٰہ تعالٰی علیہ واٰلہٖ وسلم: جنهن مون تي ڏهه ڀيرا صبح ۽ ڏهه ڀيرا شام درود پاڪ پڙهيو ته ان کي قيامت جي ڏينهن منهنجي شفاعت ملندي.

# سيّدنا صديق اڪبر رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنۡہُ کي زهر ڏنو ويو

پاڻ رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنۡہُ جي وصال ظاهري جا مختلف سبب ٻڌايا ٿا وڃن، ڪجھ روايتن مطابق غار ثور واري نانگ جي زهر سبب سندن جي وفات ٿي، هڪ سبب اهو ٻڌايو ويو ته غم مصطفيٰ ۾ ڳري ڳري پاڻ رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنۡہُ جان ڏني جڏهن ته اِبنِ سَعد، حاڪم، اِبنِ شَهاب کان روايت ڪئي آهي ته (سيّدنا صديق اڪبر رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنۡہُ جي وفات ظاهري جو سبب اهو هيو جو) پاڻ رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنۡہُ وٽ ڪنهن تحفي ۾ خُزَيرَه (يعني قيمي وارو دليو) موڪليو، پاڻ ۽ سيدنا حارث بن ڪَلَدَه رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنۡہُ ٻئي کائڻ ۾ شريڪ هئا، (ڪجھ کائڻ کان پوءِ) سيّدنا حارث رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنۡہُ (جيڪي حڪيم هئا) عرض ڪيائون: اي رسول الله جا خليفه! هٿ روڪيو (۽ ان کي نه کائو) جو ان ۾ زهر آهي ۽ هي اهو زهر آهي جنهن جو اثر هڪ سال ۾ ظاهر ٿيندو آهي توهان ڏسي وٺندا ته هڪ سال جي اندر، هڪ ئي ڏينهن ۾ منهنجو ۽ اوهان جو وصال ٿيندو، اهو ٻڌي پاڻ کاڌي کان هٿ روڪي ڇڏيا، پر زهر پنهنجو ڪم ڏيکاري چڪو هو ۽ ٻئي اصحاب انهي ڏينهن کان بيمار رهڻ لڳا ۽ هڪ سال گذرڻ کانپوءِ (ان زهر جي اثر سبب) هڪ ئي ڏينهن ۾ وصال فرمايو. (تاريخ الخلفاء ص 62)

## هاءِ! ذليل دنيا !!

حاڪم جي اها روايت شَعَبي کان آهي انهن چيو ته اسان هن

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم: جيڪو مون تي هڪ ڀيرو درود پڙهندو آهي الله تعاليٰ ان جي لاءِ هڪ قيراط اجر لکندو آهي ۽ هڪ قيراط احد پهاڙ جيڏو آهي.

ذليل دنيا مان ڪهڙي اميد رکون (هن ۾ ته) رسولِ خدا صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي به زهر ڏنو ويو ۽ حضرت سيّدنا صديق اڪبر رَضِىَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي به. (ايضاً) انهن قولن ۾ تَعارُض (يعني ٽڪراءُ) ناهي، ٽي سگهي ٿو (وفات شريف ۾) ٻئي سبب جمع ٿي ويا هجن. (نزهةالقاري ج 2 ص 877 فريد بڪ اسٽال) **مٺامٺا اسلامي ڀائرو!** واقعي دنيا جي محبت انڌي هوندي آهي انهي ذليل دنيا جي محبت سبب سرڪار مدينه صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ۽ عاشق اڪبر سيّدنا صديق اڪبر رَضِىَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي زهر ڏنو ويو جڏهن ڪائنات جي سڀ کان وڏي هستي يعني ذاتِ نبوي کي به ذليل دنيا جي نامراد ڪتن زهر ڏيڻ جي سازش ڪئي ته هاڻ ڪير آهي جو پاڻ کي محفوظ سمجهي، انهي ڪري مَذهبي پيشوائن کي خاص ڪري وڌيڪ محتاط رهڻ جي ضرورت آهي ڏسو! ان حقير دنيا جي عشق ۾ مست ٿي ڪنهن نالائق سيدالأسخِياء راڪِب دوشِ مصطفيٰ، رسول جي نواسي، حضرت سيدنا امام حَسن مُجتَبيٰ رَضِىَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي ڪئي دفعا زهر ڏنو ويو ۽ آخر ۾ زهر ڏيڻ سبب وصال ٿيو ۽ حضرت بِشر بن بَرَاء، حضرت سيّدنا امام جَعفَر صادق، حضرت سيّدنا امام موسيٰ ڪاظم، حضرت سيّدنا امام علي، حضرت سيّدنا امام اعظم رَضِيَ اللّٰهُ عنهم جي وفات جو سبب به زهر هيو.

## يا رسول الله ابو بڪر رَضِىَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ حاضر آهي

وصال ظاهري کان پهرين فيضياب فيضان نبوت، صاحب

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہ وسلم: جڏهن توهان مرسلين (عليهم السلام) تي درود شريف پڙهو تہ مون تي بہ پڙهو بيشڪ آءُ سڀني جهانن جي ربّ جو رسول آهيان.

فضيلت و ڪرامت حضرت سيّدنا صديق اڪبر رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ وصيت فرمائي تہ منهنجي جنازي کي شاهِ بَحرو بَر، مديني جي تاجور صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي روضہٴ انور جي پاڪ در اڳيان رکجو، ۽ اَلسَّلَامُ عَلَيْکَ يَارَسُوْلَ اللهِ چئي عرض ڪجو، يارسول الله صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم ابوبڪر آستاني عاليہ تي حاضر آهي، جيڪڏهن دروازو پاڻ مرادو کلي وڃي تہ اندر وٺي وڃجو نہ تہ جنّتُ البَقيع ۾ دفن ڪجو، جنازي مبارڪ کي وصيت مطابق روضي پاڪ جي سامهون رکيو ويو ۽ عرض ڪيو ويو: اَلسَّلَامُ عَلَيْکَ يَارَسُوْلَ اللهِ ابوبڪر حاضر آهي اهو عرض ڪندي دروازي جو تالو پاڻ ئي کلي پيو ۽ آواز آيو: اَدْخِلُوا الْحَبِيْبَ اِلَی الْحَبِيْبِ فَاِنَّ الْحَبِيْبَ اِلَی الْحَبِيْبِ مُشْتَاقٌ يعني محبوب کي محبوب سان ملايو جو محبوب کي محبوب جو اِشتِياق (ملڻ جو شوق) آهي.

(تفسير ڪبير ج 10 ص 167 داراحياء التراث العربي بيروت)

تیرے قدموں میں جو ہیں غیر کا منہ کیا دیکھیں
کون نظروں پہ چڑھے دیکھ کے تلوا تیرا (حدائقِ بخشش)

صَلُّوا عَلَى الحَبِيب! صَلَّى اللهُ تعالٰى عَلٰى مُحَمَّد

## صديق اڪبر حياتُ النّبي جا قائل هئا

**مٺامٺا اسلامي ڀائرو!** غور فرمايو! جيڪڏهن سيّدنا ابوبڪر صديق رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ رسول الله صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم کي زنده نہ سمجهن هان تہ هرگز اهڙي وصيت نہ فرمائن هان تہ روضي پاڪ جي سامهون منهنجو جنازو رکي نبي رحمت صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم کان

اجازت طلب ڪئي وجي حضرت سيّدنا صديق اڪبر رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ وصيت ڪئي ۽ صحابہ ڪرام عَلَيۡهِمُ الرِّضۡوَان اها وصيت پوري ڪئي جنهن ڪان ثابت ٿيو تہ حضرت سيّدنا صديق اڪبر رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ ۽ تمام صحابہ ڪرام عَلَيۡهِمُ الرِّضۡوَان جو اهو عقيدو هيو تہ محبوب پروردگار بنهي جهانن جا مالڪ ۽ مختار صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَيۡهِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم وصال ڪان پوءِ بہ قبر اندر زنده ۽ حيات آهن تصرّف ۽ اختيار تي قادر آهن. اَلۡحَمۡدُ لِلّٰہِ عَزَّوَجَلَّ !

تُو زندہ ہے واللہ تُو زندہ ہے واللہ
مرے چشمِ عالَم سے چُھپ جانے والے
(حدائقِ بخشش)

## حياتُ الانبياء

اَلۡحَمۡدُ لِلّٰہِ عَزَّوَجَلَّ ربِّ قدير جي عطا سان تمام انبياء ڪرام عليهم السّلام زنده آهن جيئن ابن ماجہ جي حديث پاڪ ۾ آهي:

اِنَّ اللّٰہَ حَرَّمَ عَلَی الۡاَرۡضِ اَنۡ تَاۡکُلَ اَجۡسَادَ الۡاَنۡبِیَاءِ فَنَبِیُّ اللّٰہِ حَیٌّ یُّرۡزَقُ۔

ترجمو: بيشڪ لله تعاليٰ زمين تي حرام ڪيو اهي تہ نبيّن عليهم السلام جي جسمن کي خراب ڪري الله عَزَّوَجَلَّ جا نبي زنده آهن ۽ رزق ڏنو وڃي ٿو.

(سنن ابن ماجہ ج2 ص291 حديث 1237)

هڪ ٻي حديث پاڪ ۾ آهي: اَلۡاَنۡبِیَاءُ اَحۡیَاءٌ فِیۡ قُبُوۡرِهِمۡ یُصَلُّوۡن يعني نبي زنده آهن ۽ پنهنجي قبرن ۾ نماز پڙهندا آهن.

(مسند ابي يعليٰ ج 3 ص 216 حديث 3412 دارالڪتب العلمية بيروت)

## گستاخِ رسول کان پري رهو

مٺا مٺا اسلامي ڀائرو! الله عَزَّوَجَلَّ ۽ رسول صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَيۡهِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي باري ۾ هر مسلمان جو اهو عقيدو هئڻ ضروري آهي . جيڪو

**فرمانِ مصطفيٰ** صَلَّى اللهُ تعالٰى عليه واٰله وسلّم **: مون تي درود شريف جي ڪثرت ڪريو بيشڪ هي توهان جي لاءِ طهارت (يعني پاڪائي) آهي.**

**صحابہ ڪرام** عَلَيۡهِمُ الرِّضۡوَانُ **۽ اَسلاف عُظام جو آهي جيڪڏهن مَعَاذَالله** عَزَّوَجَلَّ **شيطان وسوسو پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ۽ عظمت و شان مصطفيٰ ۾ عيب جوئي ڪندي عقلي دليلن سان قائل ڪرڻ جي ناپاڪ ڪوشش ڪري تہ ان ڪان جدا ٿي وڃو. دعوت اسلامي جي اشاعتي اداري مڪتبةالمدينہ جي شايع ٿيل 162 صفحن تي مشتمل ڪتاب** "ایمان کی پہچان" **صفحي 58 تي آهي اعليٰ حضرت امام اهلسنت حضرت علامہ الحاج الحافظ شاه امام احمد رضا خان** عَلَيۡهِ رَحۡمَةُ الرَّحۡمٰن **عاشقان رسول کي تاڪيد ڪندي فرمايو: جڏهن اهي (گستاخ رسول) رسول الله** صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم **جي شان ۾ گستاخي ڪن تہ اصلاً اوهان جي دل ۾ گستاخن جي عظمت ۽ انهن جي محبت جو نالو تائين نہ رهي هڪدم انهن ڪان جدا ٿي وڃو انهن کي مکڻ مان وار وانگر ڪڍي اڇلايو، انهن بد بختن جي صورت انهن جي نالي سان نفرت ڪيو نہ ڪنهن رشتي، دوستي محبت جو لحاظ ڪيو، انهن جي مولوي يا بزرگ يا فضيلت هجڻ جو خيال نہ ڪيو، آخر اهي رشتا تعلّق محمد** صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم **جي غلامي سبب هئا جڏهن اهي شخص پاڻ ڪريم** صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم **جي شان جا گستاخ ٿيا تہ اسان جو انهن سان ڪهڙو تعلق رهيو.** (ایمان کی پہچان ص58 مڪتبةالمدينہ باب المدينہ ڪراچي)

اُنہیں جانا اُنہیں مانا نہ رکھا غیر سے کام — لِلّٰہِ الۡحَمۡد! میں دُنیا سے مسلمان گیا
اُف رے مُنکِر یہ بڑھا جوشِ تعصُّب آخر — بھیڑ میں ہاتھ سے کم بخت کے ایمان گیا (حدائقِ بخشش)

صَلُّوا عَلَى الۡحَبِيۡب! صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلٰى مُحَمَّد

## گستاخِ صحابہ کان بہ پري رهو

حضرت سيّدنا جلال الدين سُيُوطِي شافِعي عَلَيۡه رَحۡمَةُ اللّٰهِ القوي شرح الصدور ۾ نقل فرمائن ٿا: هڪ شخص جي موت جو وقت ويجهو آيو ان کي ڪلمي پاڪ پڙهڻ جو چيو ويو، ان جواب ڏنو: مان ان کي پڙهڻ تي قادر ناهيان، ڇوتہ مان اهڙن ماڻهن سان گڏ اٿندو ويهندو هئس جيڪي مون کي ابوبڪر و عمر رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنۡهُمَا کي بُرو ڀَلو چوڻ جي تلقين ڪندا هئا. (شرح الصدور ص 38 مرڪز اهلسنت الهند)

## قبر ۾ شيخين ڪريمين جو وسيلو ڪم اچي ويو

مٺامٺا اسلامي ڀائرو! انهي حڪايت مان شيخين ڪريمين يعني سيِّدَيۡنَا صديق و فاروق رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنۡهُمَا جي اعليٰ شان جي خبر پئي جڏهن انهن جي توهين ڪرڻ وارن سان دوستي رکڻ جو اهو وبال آهي تہ مرڻ وقت ڪلمو نصيب نہ ٿي رهيو هيو تہ پوءِ جيڪي ماڻهو توهين ڪندا آهن انهن جو ڪهڙو حال ٿيندو! لِهٰذا شيخين ڪريمين رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنۡهُمَا جي گستاخن کان پري رهڻ ضروري آهي صرف عاشقانِ رسول و مُحِبّان صحابہ و اولياء جي صحبت اختيار ڪيو، انهن عظيم هستين جي محبت جو ڏيئو پنهنجي دل ۾ روشن ڪيو ۽ ٻنهي جهانن جي ڀلائي جا حقدار ٻڻجو، الله عَزَّوَجَلَّ جي نيڪ ٻانهن جي محبت قبر ۽ حشر ۾ بيحد ڪارائتي آهي، جيئن هڪ شخص جو بيان آهي: منهنجي استاد جو هڪ ساٿي فوت ٿي ويو استاد خواب ۾ ڏسي پُڇا

**فرمانِ مصطفيٰ** صَلَّى اللّٰہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم : **مون تي ڪثرت سان درود شريف پڙهو بيشڪ توهان جو مون تي درود شريف پڙهڻ توهان جي گناهن جي لاءِ مغفرت آهي.**

ڪيائين: مَا فَعَلَ اللّٰهُ بِکَ يعني **الله** عَزَّوَجَلَّ اوهان سان ڪهڙو معاملو فرمايو؟ جواب ڏنائين: **الله** عَزَّوَجَلَّ منهنجي مغفرت فرمائي ڇڏي پڇا ڪيائون: مُنکَر نَکِير ڪيئن مليا؟ جواب ڏنو: انهن مون کي ويهاري جڏهن سوال ڪيا **الله** عَزَّوَجَلَّ منهنجي دل ۾ آندو ۽ مون فرشتن کي چيو: سَيِّدَينا ابوبڪر و فاروق رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْهُمَا جي واسطي مون کي ڇڏي ڏيو، اهو ٻڌي هڪ فرشتي ٻي کي چيو هن وڏي بُزرگ هستين جو وسيلو پيش ڪيو آهي لهٰذا هن کي ڇڏي ڏيون، پوءِ انهن مون کي ڇڏي ڏنو ۽ تشريف وٺي ويا.

(شرح الصدور ص 141)

واسطہ دیا جو آپ کا
میرے سارے کام ہوگئے

صَلُّوا عَلَى الحَبِيب! صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلٰى مُحَمَّد

## محشر جي ڏينهن مزار مبارڪ مان ٻاهر اچڻ جو خوبصورت منظر

دعوت اسلامي جي اشاعتي اداري مكتبة المدينہ جي شايع ٿيل 561 صفحن تي مشتمل ڪتاب "**ملفوظات اعليٰ حضرت**" صفحي 61 تي امام اهلسنّت حضرت علامہ الحاج الحافظ شاهہ امام احمد رضاخان عَلَيْهِ رَحْمَةُ الرَّحْمٰن بيان فرمائن ٿا: هڪ دفعي حضور اڪرم صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ساڄي هٿ مبارڪ ۾ حضرت صديق اڪبر رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْهُ جو هٿ ورتو ۽ کاٻي هٿ ۾ حضرت عمر رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْهُ جو هٿ ورتو ۽ فرمايو: هٰکَذَا نُبعَثُ يَومَ القِيامَةِ يعني اسان قيامت

**فرمانِ مصطفيٰ** صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم : **جيڪو مون تي جمعي جي ڏينهن درود شريف پڙهندو آءُ قيامت جي ڏينهن ان جي شفاعت ڪندس.**

جي ڏينهن ائين اتاريا ويندا سين.

(ترمذي ج5 ص 378 حديث 3689 ، تاريخ دمشق ج 21 ص 297)

محبوبِ ربِّ عرش ہے اس سبز قُبے میں
پہلو میں جلوہ گاہ عتیق و عُمر کی ہے (حدائقِ بخشش)

صَلُّوا عَلَی الحَبِیب! صَلَّی اللهُ تَعالٰی عَلٰی مُحَمَّد

## راهِ خدا ۾ ايندڙ مشڪلاتن تي برداشت ڪريو

**مٺا مٺا اسلامي ڀائرو!** اسان جو رهبر حضرت سيّدنا صديق اڪبر رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ يقيناً عاشق اڪبر آهن. پاڻ رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ پنهنجي عشق جو اظهار عمل ۽ ڪردار سان ڪيو ۽ جڏهن عشق جي راهه ڏکي ۽ دشوار ٿي تڏهن به سندن جو عشقِ رسول جو جذبو برقرار رهيو، خطيبِ اوّل جو شرف حاصل ڪندي اسلام خاطر سخت مار جي باوجود پاڻ جي اِستقامت ۾ ذرڙي برابر گهٽتائي نه ٿي. راهه خدا عَزَّوَجَلَّ ۾ سندن جي مشڪلاتن ڀري حياتي اسان جي لاءِ درس آهي ته ”نيڪي جي دعوت“ ۾ ڪيتريون ئي مصيبتون اچن پر پوئتي هٽڻ ته پري جي ڳالهه آهي پر ان جو خيال به دل ۾ نه گذري .

جب آقا آخری وقت آئے میرا مرا سر ہو ترا بابِ کرم ہو
سدا کرتا رہوں سنّت کی خدمت مرا جذبہ کسی صورت نہ کم ہو (وسائلِ بخشش)

## غم دنيا ۾ نه پر غم مصطفيٰ ۾ روئون

**مٺا مٺا اسلامي ڀائرو!** عاشق اڪبر رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ جي عشق و محبت ڀري مبارڪ زندگي مان اسان کي اهو درس ملي ٿو ته

اسان جا سُڏڪا، آهون دنيا خاطر نه هجن، دنيا جي محبت ۾ لُڙڪ نه وهن، دنيوي شان و شوڪت جي لاءِ سيني ۾ ڪا طلب پيدا نه ٿئي، بلڪ اسان جي دل جي حسرت حُبِّ نَبِي هجي، لڙڪ ياد مصطفيٰ ۾ وهن، دنيا جا ديوانه نه بلڪ شمع رسالت جا پروانه بڻجون، سندن جي پسند تي پنهنجي پسند قربان ڪيون ۽ اها خواهش هجي ڪاش! منهنجو مال، منهنجي جان، محبوب رحمٰن صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي شان تي قربان ٿي وڃي، ان سان نسبت رکندڙ هر شئي دلعزيز هجي جيڪو خوش بخت اهڙي زندگي گذارڻ ۾ ڪامياب ٿيو ته الله تَبارڪ و تعاليٰ ان جي لاءِ دنيا مُسَخَّر(ماتحت، تابع) ۽ مخلوق ان جي تابع ڪري ڇڏيندو، آسمانن تي ان جو تذڪرو ٿيندو ۽ سڀ ڪان وڏيڪ اهو جو خدا عَزَّوَجَلَّ ۽ مصطفيٰ صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جو محبوب بڻجي ويندو.

وہ کہ اُس در کا ہوا خلقِ خدا اُس کی ہوئی
وہ کہ اُس در سے پھرا اللہ اُس سے پھر گیا (حدائقِ بخشش)

پر اَفسوس صَد اَفسوس! اڄ جي مسلمانن جي اڪثريت شاهِ اَبرار ٻنهي جهانن جي مالڪ و مختار صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي اُسوهءِ حسنه کي معيار بڻائڻ بدران دشمن جي طور طريقي ۽ فيشن تي نثار ٿي ذليل ۽ خوار ٿي پئي.

کون ہے تارِکِ آئینِ رسولِ مُختار مصلِحت، وقت کی ہے کس کے عمل کا مِعیار
کس کی آنکھوں میں سمایا ہے شِعارِ اَغیار ہوگئی کس کی نِگہ طرزِ سلَف سے بیزار
قلب میں سوز نہیں، رُوح میں اِحساس نہیں
کچھ بھی پیغامِ محمد کا تمہیں پاس نہیں

صَلُّوا عَلَى الْحَبِيب! صَلَّى اللهُ تَعالٰى عَلٰى مُحَمَّد
تُوبُوا اِلَى الله اَسْتَغْفِرُ الله
صَلُّوا عَلَى الْحَبِيب! صَلَّى اللهُ تَعالٰى عَلٰى مُحَمَّد

## اهو ڪهڙو عشق ۽ ڪهڙي محبت آهي؟

**مٺامٺا اسلامي ڀائرو!** جيڪي ماڻهو پنهنجي ماءُ پيءُ سان محبت ڪندا آهن اهي انهن جو دل نہ ڏکائيندا آهن. جنهن ڪي پنهنجي اولاد سان محبت هوندي آهي اهي ان ڪي ناراض ٿيڻ ناهن ڏيندا، ڪو بہ پنهنجي دوست ڪي غمگين ناهي ڪندو ڇو تہ جنهن سان محبت هوندي آهي ان ڪي ڏکي ناهي ڪبو، پر هاءِ! اڄ جا اڪثر مسلمان جيڪي عشقِ رسول جا دعويدار آهن پر انهن جا ڪم محبوب ڪريم صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم ڪي خوش ڪرڻ وارا ناهن، ٻڌو! رسول ذي وقار، شهنشاهِ ابرار صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم فرمائن ٿا: جُعِلَتْ قُرَّةُ عَيْنِي فِي الصَّلٰوة يعني منهنجي اکين جي ٺڏاڻ نماز ۾ آهي. (المعجم الكبير ج 20 ص 420 حديث 1012) اهي ڪهڙا عاشق رسول آهن جيڪي نماز ڪان پري ڀڄندا آهن، ڄاڻي واڻي نماز قضا ڪري سرڪار مدينہ صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي دل مبارڪ جي لاءِ تڪليف ۽ آزار جو سبب بڻجندا آهن، اها ڪهڙي محبت آهي ۽ ڪهڙو عشق آهي جو رسولِ رَفيعُ الشّان، مديني جي سلطان صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم رمضان جي روزن جي تاڪيد فرمائن پر پاڻ ڪي عاشقان رسول سڏائڻ وارا انهي حڪم ڪان منهن ڦيري

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم : ان شخص جو نڪ مٽيءَ ۾ ملي وڃي جنهن وٽ منهنجو ذڪر ٿئي ۽ اهو مون تي دُرُود شريف نہ پڙهي.

مصطفٰي ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي ناراضگي جو سبب بڻجن حضور اڪرم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم نماز تراويح جي تاڪيد فرمائن، پر سُست ۽ غافل امّتين ڪان نہ ٿي پڙهجي، پڙهن بہ تہ رسمي طور رمضان جي شروعاتي ڏينهن ۾ پوءِ اهو سمجهي وٺن تہ پوري رمضان المبارڪ جي تراويح ادا ٿي وئي، پيارا مصطفٰي صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فرمائن ٿا: "مُڇون خوب پَست (يعني ننڍيون) ڪريو ۽ ڏاڙهي کي معافي ڏيو (يعني وڌايو) يهودين جهڙي شڪل نہ ٺاهيو" (شرح معاني الاثار للطحاوي ج 4 ص 28 دارالڪتب العلمية بيروت) پر عشق رسول جا دعويدار ۽ فيشن جا پرستار، دشمنان سرڪار جهڙو چهرو ٺاهن، ڇا اهو عشق رسول آهي!

سرکار کا عاشِق بھی کیا داڑھی مُنڈاتا ہے؟
کیوں عِشق کا چہرے سے اِظہار نہیں ہوتا!

فڪر مدينہ ڪيو[1]! اهو ڪهڙو عشق ۽ ڪهڙي محبت آهي؟ تہ محبوب خوش خِصال صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي دشمنن جهڙي شڪل و صورت ۽ چال ڍنگ اپنائڻ ۾ فخر محسوس ڪيو وڃي.

وَضع میں تم ہو نصارٰی تو تمَدُّن میں ہُنُود
یہ مسلماں ہیں جنہیں دیکھ کے شرمائیں یہود

**مٺا مٺا اسلامي ڀائرو!** محسن و ڪريم و شفيق و رحيم آقا صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم تہ اسان کي هميشہ ياد رکندا رهن بلڪ دنيا ۾ تشريف آڻيندي ئي پاڻ سجدو فرمايو. ان وقت چپن تي اها

(1) .. (دعوت اسلامي جي مدني ماحول ۾ پنهنجي عمل جي مُحاسبي کي ''فڪر مدينہ'' چوندا آهن)

دعا جاري هئي رَبِّ هَبْ لِي اُمَّتِي يعني پروردگار منهنجي امّت مون کي هِبه کر (يعني بخش). (فتاويٰ رضويه ج 30 ص 717)

پہلے سجدے پہ روزِ ازل سے درود
یادگاریٔ اُمّت پہ لاکھوں سلام (حدائقِ بخشش)

## قيامت تائين "اُمّتي اُمّتي" فرمائيندا

مَدارِجُ النُّبُوة ۾ آهي حضرت سيّدنا قُثَم رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ اهي شخص هئا، جيڪي پاڻ ڪريم صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم کي قبر ۾ رکڻ کان پوءِ سڀ کان آخر ۾ ٻاهر نڪتا هئا، سندن جو بيان آهي ته مان ئي آخري شخص آهيان جنهن حضور انور صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جو مبارڪ چهرو قبر اَنوَر ۾ ڏٺو هو، مون ڏٺو ته سلطان مدينه صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم قبر انور ۾ پنهنجي مُقَدَّس چپن کي جُنبش ڏئي رهيا آهن. (يعني مبارڪ چَپ چُوري رهيا هئا) مون ڪَن کي الله عَزَّوَجَلَّ جي پياري حبيب صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي چپن مبارڪن جي ويجهو ڪيو ته مون ٻڌو پاڻ صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم فرمائي رهيا هئا رَبِّ اُمَّــتِي اُمَّتِي (يعني پروردگار منهنجي امت، منهنجي امت). (مدارج االنبوة ج2 ص 442) ۽ ڪَنزُالعُمَّال ج 7 ص 178 تي آهي! فرمان مصطفيٰ صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جڏهن منهنجي وفات ٿيندي ته پنهنجي قبر ۾ هميشه پڪاريندو رهندس. يارَبِّ اُمَّتِي اُمَّتِي يعني اي پروردگار منهنجي امّت منهنجي امت ايستائين جو ٻيو صور ڦوڪيو ويندو. (کنزالعمال) منهنجا آقا اعليٰ حضرت رَحْمَۃُ اللہِ تَعَالٰی عَلَیْہ پنهنجي ايمان جي حفاظت

جي خيرات طلب ڪندي بارگاهه رسالت ۾ عرض ڪن ٿا.

جنہیں مَرقَد میں تا حشر اُمّتی کہہ کر پکارو گے
ہمیں بھی یاد کرلو ان میں صدقہ اپنی رحمت کا (حدائقِ بخشش)

## مُحدِّثِ اعظم پاڪستان فرمايو

مُحَدِّثِ اعظم پاڪستان حضرت علامه مولانا سردار احمد رَحمۃُاللہِ تعالٰی عَلَیہِ فرمائيندا هئا ته حضور پاڪ صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم ته سڄي عمر اسان ڪي اُمَّتِي اُمَّتِي چئي ياد فرمائيندا رهيا، قبر انور ۾ به اُمتي اُمتي فرمائيندا رهيا ايسيتائين مَحشَر جي ڏينهن به اُمَّتِي اُمَّتِي فرمائيندا، حق اهو آهي ته جيڪڏهن هڪ دفعي به امتي فرمائن ته اسان سڄي زندگي يانبي يانبي، يارسولَ الله، يا حبيبَ الله چوندا رهون تڏهن به هڪ دفعي امتي چوڻ جو حق ادا نه تو ٿي سگهي.

جن کے لب پر رہا " اُمّتی اُمّتی " یاد اُن کی نہ بھول اے نیازیؔ کبھی
وہ کہیں اُمّتی تُو بھی کہہ یا نبی! میں ہوں حاضر تیری چاکری کے لیے

## قيامت جي ڏينهن فڪر امت جو انداز

حضرت ابن عباس رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ کان روايت آهي، حضور اڪرم صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم فرمائن ٿا: قيامت جي ڏينهن تمام نبي سون جي مِنبرن تي جلوا فرما هوندا منهنجو مِنبر خالي هوندو  چو ته مان پنهنجي رب عَزَّوَجَلَّ جي بارگاهه ۾ خاموش بيٺل هوندس ته ڪٿي ائين نه ٿئي جو الله عَزَّوَجَلَّ مونکي جنت ۾ وڃڻ جو حڪم ڏي ۽ منهنجي امت مون کان پوءِ پريشان ٿيندي رهي، الله تعاليٰ

فرمائيندو: اي محبوب! تنهنجي امت جي باري ۾ اهو ئي فيصلو ڪندس جيڪا تنهنجي چاهت آهي مان عرض ڪندس اَللّٰھُمَّ عَجِّل حَسابَھُمْ يعني اي الله عَزَّوَجَلَّ انهن جو حساب جلدي وٺ. (جو مان انهن کي گڏ وني وڃڻ چاهيان ٿو) اهو عرض مسلسل ڪندو رهندس ايستائين جو مون کي دوزخ ۾ ويندڙ منهنجي اُمتِين جي فهرست ڏني ويندي (جيڪي جهنم ۾ داخل ٿي چڪا هوندا انهن جي شفاعت ڪري مان انهن کي ڪيندس) ائين عذابِ الٰهي لاءِ منهنجي امت جو ڪو بہ شخص نہ بچندو.

(ڪنزالعمال ج 7 ص 14 حديث 39111دارالڪتب العلمية بيروت)

اللہ! کیا جہنّم اب بھی نہ سرد ہوگا
رورو کے مصطفٰے نے دریا بہادیئے ہیں

اي عاشقان رسول! امت جي غمخوار آقا صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي قدمن تي فدا ٿي وڃو ۽ زندگي سندن جي غلامي بلڪ ان جي غلامن جي غلامي دعوت اسلامي ۽ ان جي مدني قافلن ۾ سفر ڪندي گذاريو، مرڻ کان پوءِ سندن جي شفاعت جا حقدار بڻجي وڃو ۽ پنهنجو چهرو قيامت جي ڏينهن نَبيِّ رَحمت، شَفيعِ اُمت صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي ڏيکارڻ جي قابل بڻايو يعني يهودين ۽ عيسائين جهڙي شڪل ناهڻ ڇڏي ڏيو پنهنجي چهري تي هڪ مٺ ڏاڙهي سجايو، انگريزي وارن جي بدران زُلفَ رکو ۽ مٿي اگهاڙي گهمڻ بجاءِ سبز عمامي شريف ذريعي سر سبز ڪيو، بس پنهنجي ظاهر ۽ باطن تي مدني رنگ چڙهائي ڇڏيو.

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّى اللهُ تعالىٰ عليه وآله وسلم: جنهن مون تي ڏينهن ۾ پنجاهه ڀيرا درود پاڪ پڙهيو قيامت جي ڏينهن مان ان سان مصافحو ڪندس.

ڈر تھا کہ عصیاں کی سزا اب ہو گی یا روزِ جزا
دی اُن کی رَحمت نے صدا یہ بھی نہیں وہ بھی نہیں

منهنجا آقا اعليٰ حضرت، امام اهلسنت، ولي نعمت، عظيم البرڪت عظيم المرتبت، پروانہ شمع رسالت، مجدد دين وملت حامي سنت، ماحي بدعت، عالم شريعت، پير طريقت، باعث خير و برڪت حضرت علامہ مولانا الحاج الحافظ القاري الشاهہ امام احمد رضا خان عَلَيْهِ رَحْمَةُ الرَّحْمٰن اسان کي سمجهائيندي فرمائن ٿا:

جو نہ بھولا ہم غریبوں کو رضاؔ
یاد اُس کی اپنی عادت کیجئے

## ڪاش اسان پڪا عاشقِ رسول بڻجي وڃون

حضرت سيّدنا صديق اڪبر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي قدمن جي غبار جي صدقي ڪاش اسان بہ پڪا ۽ سچا عاشق رسول بڻجي وڃون، ڪاش! اسان جو اٿڻ ويهڻ، هلڻ ڦرڻ، ڪائڻ پيئڻ، سُمهڻ جاڳڻ، ڏيڻ وٺڻ، جيئڻ مرڻ، مني مني آقا مديني واري مصطفيٰ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي سنتن جي مطابق ٿي وڃي. اي ڪاش!

فَنا اِتنا تو ہو جاؤں میں تیری ذاتِ عالی میں
جو مجھ کو دیکھ لے اُس کو ترا دیدار ہو جائے

**مٺا مٺا اسلامي ڀائرو!** پنهنجي اندر عشق حقيقي جي شمع روشن ڪيو، اِن شاءَ الله عَزَّوَجَلَّ ظاهر و باطن روشن ٿي ويندا ۽ دنيا و آخرت ۾ ڪاميابي قدم چمندي.

خوار جہاں میں کبھی ہو نہیں سکتی وہ قوم
عشق ہو جس کا جَسُور فَقر ہو جس کا غَیُور

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم: جيڪو مون تي هڪ ڀيرو درود پڙهندو آهي الله تعاليٰ ان جي لاءِ هڪ قيراط اجر لکندو آهي ۽ هڪ قيراط احد پهاڙ جيڏو آهي.

## صديقي حضرات جي آڱوٺي تي نشان

حضرت سيدنا صديق اڪبر رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْهُ جي اولاد کي ”صديقي“ چوندا آهن، انهن جي پيرن جي آڱوٺي تي اڄ بہ نانگ جي ڏنگ جو نشان نظر اچڻ ممڪن آهي. پر نظر نہ اچڻ تي ڪنهن صديقي صاحب جي صِدِيقِيَّت تي بد گماني جائز ناهي، ڇو تہ هر هڪ ۾ اها نشاني ظاهر ناهي هوندي، سگ مدينہ عُفِيَ عَنه هڪ صديقي عالم کي ”آڱوٺي جو نشان“ ڏيکارڻ جي درخواست ڪئي تہ چيائين: منهنجي والد صاحب رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰی عَلَیْه گرڙي ظاهر ڪيو هو پر هاڻي وري مِٽجي ويو آهي، مُفَسِّر شَهير مُفتي احمد يار خان علیه رحمة الرحمٰن ”مراة المناجيح“ جلد 8 صفحي 359 تي فرمائن ٿا: ”ڪجھ نيڪ ٻانهن کي فرمائيندي ٻڌو تہ جيڪو صديقي (سيدنا صديق اڪبر رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْهُ جي شهزادي جيڪي صحابي هئا ان يعني) حضرت محمد بن ابي بڪر رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْهُ جي اولاد مان آهن، انهن کي نانگ يا تہ ناهي ڏنگيندو، جيڪڏهن ڏنگي تہ (زهر) اثر ناهي ڪندو، اهو ان مبارڪ لُعاب جو اثر آهي (جيڪا سرڪار مدينہ صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم سيدنا صديق اڪبر رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْهُ جي آڱوٺي تي نانگ ڏنگڻ جي جڳھ تي لڳايو هو) ۽ سندن جي اولاد جي آڱوٺي تي ”ڪارو تر“ هوندو آهي، ايستائين جيڪڏهن ماءُ پيءُ ٻنهي جي طرفان شيخ صديقي هجي تہ ٻنهي پيرن جي آڱوٺن تي تر هوندو. مون ڪيترن صديقين جي پيرن جي آڱوٺن تي اهي تر ڏٺا آهن، غرض اهي عجيب مُعجِزا آهن“(يعني صديقين کي نانگ جو نہ ڏنگڻ، ڏنگي تہ زهر

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّى اللهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم: جنهن مون تي ڏهه ڀيرا صبح ۽ ڏهه ڀيرا شام درود پاڪ پڙهيو ته ان کي قيامت جي ڏينهن منهنجي شفاعت ملندي.

جو اثر نه ڪرڻ ۽ اڄ تائين پيرن جي آڱوٺن تي تر هجڻ اهو سڀ سرڪار رسالت مآب صَلَّى اللهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي مُبارڪ لُعاب جا مُعجِزا آهن).

ضعیفی میں یہ قوّت ہے ضعیفوں(1) کو قوی کر دیں

سہارا لیں ضعیف و اَقوِیا (2) صِدِّیقِ اَکبر کا (ذوقِ نعت)

## صديق اڪبر مدني آپريشن فرمايو

**مٺا مٺا اسلامي ڀائرو!** پنهنجي دل ۾ عشق رسول جي شمع روشن ڪرڻ ۽ پنهنجو سينو محبت رسول جو مدينو بڻائڻ لاءِ دعوت اسلامي جي مدني ماحول سان هر دم وابسته رهو، اِن شَاءَ الله عَزَّوَجَلَّ ان مدني ماحول جي برڪت سان راهِ سنّت تي هلڻ جي سعادت ۽ فيضان صديق اڪبر رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ جون برڪتون نصيب ٿينديون، سنتن جي تربيت خاطر هر مهيني گهٽ ۾ گهٽ ٽن ڏينهن جي مدني قافلي ۾ عاشقان رسول سان گڏ سنتن ڀريي سفر جي عادت بڻايو مدني مرڪز جي عطا ڪيل نيڪ بڻجڻ جي نسخي مدني انعامات مطابق ڏينهن رات گذاريو ۽ روزانو رات جو گهٽ ۾ گهٽ 12 منٽ فڪرِ مدينه ڪيو ۽ ان ۾ مدني انعامات جو رسالو ڀريو، اِن شَاءَالله عَزَّوَجَلَّ ٻنهي جهانن ۾ ٻيڙو پار ٿيندو. دعوت اسلامي کي ڪيترو نه فيضان صديق اڪبر حاصل آهي هن جو اندازو هن مدني بهار مان لڳايو، جيئن هڪ عاشق رسول جو بيان پنهنجي انداز ۽ الفاظ ۾ پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪيان ٿو، اسان جو مدني قافلو ناڪوکهاڙي (بلوچستان)

(1) ڪمزور (2) قوي جو جمع

۾ سنتن جي تربيت جي لاءِ حاضر ٿيو مدني قافلي جي هڪ مسافر جي مٿي ۾ ننڍيون ننڍيون ڳوڙهيون ٿي ويون جنهن جي ڪري هن کي اڌ مٿي جو سور رهندو هو جڏهن سور ٿيندو هو ته سور واري پاسي چهرو ڪارو ٿي ويندو هو ۽ تڪليف سبب ايترو تڙپندو هو جو ڏسي نه سگهبو هو، هڪ رات هو سور سبب تڙپڻ لڳو اسان گوريون ڪارائي ان کي سمهاري ڇڏيو، صبح جو اٿيو ته بلڪل تندرست هيو، ان ٻڌايو ته اَلْحَمْدُلِلّٰهِ عَزَّوَجَلَّ مون تي ڪرم ٿيو منهنجي خواب ۾ سرڪار رسالت مآب صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم چار يارن عَلَيْهِمُ الرِّضْوَان سان گڏ ڪرم فرمايو.

سر بالیں اُنہیں رَحمت کی اَدا لائی ہے
حال بگڑا ہے تو بیمار کی بن آئی ہے

سرڪار مدينه صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم مون ڏانهن اشارو ڪندي حضرت صديق اڪبر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي فرمايو: "هن جي مٿي جو سور ختم ڪري ڇڏيو" پوءِ يار غار و يار مزار رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ منهنجو اهڙي طرح مدني آپريشن فرمايو جو منهنجو مٿو کولي منهنجي دماغ مان چار ڪارا داڻا ڪڍيا ۽ فرمايو پٽ! هاڻ توهان کي ڪجهه به نه ٿيندو، مدني بهار بيان ڪرڻ واري اسلامي ڀاءُ جو چوڻ آهي: واقعي اهو اسلامي ڀاء تندرست ٿي چڪو هو سفر تان واپس موٽي جڏهن ان ٻيهر چيڪ اپ ڪرايو ته ڊاڪٽر حيران ٿي چوڻ لڳو ادا ڪمال آهي توهان جي دماغ جا چار ئي داڻا غائب ٿي چڪا آهن، پوءِ هن روئي روئي مدني قافلي ۾ سفر جي برڪت

فرمانِ مصطفي ﷺ: جڏهن توهان مرسلين (عليهم السلام) تي درود شريف پڙهو ته مونِ تي به پڙهو بيشڪ آءٌ سيني جهانن جي ربّ جو رسول آهيان.

۾ خواب جو تذڪرو ڪيو ڊاڪٽر تمام گهڻو متاثر ٿيو انهي اسپتال جي ڊاڪٽر سميت 12 ماڻهن 12 ڏينهن جي مدني قافلي ۾ سفر جون نيتون لکرائيون ۽ ڪجهه ڊاڪٽرن هٿون هٿ پنهنجي چهري تي سرور ڪائنات صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي محبت جي نشاني يعني ڏاڙهي شريف سجائڻ جي نيّت ڪئي.

لوٹنے رحمتیں قافلے میں چلو ــ سیکھنے سنّتیں قافلے میں چلو
ہے نبی کی نظر قافلے والوں ــ پاؤ گے راحتیں قافلے میں چلو

صَلُّوا عَلَى الحَبِيب! صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلٰى مُحَمَّد

ہم کو بو بکر و عمر سے پیار ہے ــ اِن شاءَ اللّٰہ اپنا بیڑا پار ہے

**مٺا مٺا اسلامي ڀائرو!** بيان کي ختم ڪندي سنّت جي فضيلت ۽ ڪجهه سنّتون ۽ آداب بيان ڪرڻ جي سعادت حاصل ڪيان ٿو، تاجدار رسالت، شهنشاهِ نُبُوَّت، مصطفيٰ جان رحمت صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو فرمان جنّت نشان آهي: جنهن منهنجي سنّت سان محبت ڪئي ان مون سان محبت ڪئي ۽ جنهن مون سان محبت ڪئي اهو جنّت ۾ مون سان گڏ هوندو.

(مشڪاة المصابيح ج1 ص 55 حديث 175)

## "زُلف رکڻ حضور ڪريم جي سنّت آهي" جي پاويه اڱرن جي نسبت سان زلف ۽ مٿي جي وارن وغيره جا 22 مدني گل

﴿1﴾ خاتَم المُرسَلين، رحمة لِّلعَالمِين صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جا مبارڪ زُلف ڪڏهن اڌ ڪن مبارڪ تائين ته ﴿2﴾ ڪڏهن ڪن مبارڪ جي لَو (يعني پاپڙي) ۽ ﴿3﴾ ڪڏهن ڪڏهن وڌي ويندا هئا

تہ مبارڪ ڪُلهن ڪي جهومندي چمڻ لڳندا هئا.(الشمائل محمديہ للترمذي ص18،34،35) ﴿4﴾اسان ڪي گهرجي تہ موقعي ملڻ تي ٽئي سنتون ادا ڪيون يعني ڪڏهن اڌ ڪن، تہ ڪڏهن سڄي ڪن تہ ڪڏهن ڪلهن تائين زلف رکون ﴿5﴾ ڪلهن ڪي ڇهڻ جي حد تائين زلف وڌائڻ واري سنّت جي ادائگي عمومًا نفس لاءِ مشڪل هوندي آهي پر زندگي ۾ هڪ اڌ ڀيري تہ هر سنت ادا ڪرڻ گهرجي، البت اهو خيال رکڻ ضروري آهي وار ڪلهن کان هيٺ نہ وڃن، پاڻي ۾ پسڻ کان پوءِ زُلفن جي ڊيگهہ سني طرح ظاهر ٿيندي آهي تنهنڪري جڏهن وار وڌايو ان ڏينهن غسل کانپوءِ ڦڻي هڻي خوب غور ڪيو تہ زُلفَ ڪلهن کان هيٺ تہ نہ ٿا وڃن. ﴿6﴾ منهنجا آقا اعليٰ حضرت رَحْمَۃُ اللہِ تَعَالٰی عَلَیْہ فرمائن ٿا: عورتن وانگر ڪلهن کان هيٺ وار رکڻ مرد جي لاءِ حرام آهن. (تسهيلاً فتاويٰ رضويہ ج 21 ص 600) ﴿7﴾ صدرُالشّريعہ بدرُالطريقہ حضرت علامہ مولانا مفتي امجد علي اعظمي عليہ رحمۃُ القوي فرمائن ٿا: مرد کي جائز ناهي تہ عورتن وانگر وار وڌائن، ڪجهہ صوفي سڏائيندڙ وڏيون وڏيون چوٽيون وڌائيندا آهن جيڪي انهن جي سيني تي نانگن وانگر هيڏي هوڏي ٿينديون آهن ۽ ڪجهہ چوٽيون بہ ٻڌندا آهن ۽ جوڙو (يعني عورتن وانگر وار ڪنڌ تي گڏ ڪري ڳنڍ) لڳائيندا آهن اهو ناجائز ڪم ۽ شريعت جي خلاف آهي، تَصَوُّف وار وڌا رکي رنگين ڪپڙا پائڻ جو نالو ناهي، بلڪ حُضورِ اَقدس صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي پيروي ۽ نفس جي خواهشن کي

ختم ڪرڻ جو نالو آهي (بهار شريعت حصو 16 ص 230) ﴿8﴾ عورت کي مٿي جا وار بلڪل ڪوڙائڻ حرام آهي. (خلاصوازفتاويٰ رضويہ ج22 ص 664) ﴿9﴾ عورت کي مٿي جا وار ڪٽائڻ جيئن اڄوڪي زماني ۾ عيسائي عورتون ڪوڙائن ٽيون اهو ناجائز ۽ حرام آهي، ۽ اهڙين عورتن تي لعنّت آئي آهي. مڙس ائين ڪرڻ جو چوي تڏهن بہ اهو حڪم آهي عورت انهي سبب گناهگار ٿيندي ڇو تہ شريعت جي نافرماني ۾ ڪنهن (يعني ماءُ پيءُ ۽ مڙس) جو چوڻ نہ مڃيو ويندو (بهار شريعت حصو 16 ص 231) ﴿10﴾ ڪجهہ ماڻهو ڪاڇي يا ساڄي پاسي سينڌ ڪيندا آهن اهو سنّت جي خلاف آهي. ﴿11﴾ سنّت اها آهي جيڪڏهن مٿي جا وار هجن تہ وچ مان سينڌ ڪڍي وڃي.(ايضاً) ﴿12﴾ سرڪار مدينہ صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جو حج کان علاوه ڪڏهن بہ مٿو ڪوڙائڻ ثابت ناهي. (فتاويٰ رضويہ ج 22 ص 690) ﴿13﴾ اڄڪلهہ قينچي يا مشين جي ذريعي وارن کي مخصوص نمونن تي ڪٽي وڏا تہ ڪٽي ننڍا ڪري ڇڏبا آهن اهڙا وار رکڻ سنت ناهي ﴿14﴾ فرمان مصطفيٰ صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جنهن جا وار هجن اهو انهن جو اِڪرام ڪري (سنن ابي داؤد ج 4 ص 103 حديث 4163) يعني ان کي ڌوئي تيل لڳائي ۽ ڦٽي ڪري ﴿15﴾ حضرت سيّدنا ابراهيم خليلُ الله عَلٰی نَبِيِّنَا وَ عَلَيْهِ الصَّلٰوةُ وَالسَّلَام سڀ کان پهريان مهمانن جي مهمان نوازي ڪئي ۽ سڀ کان پهرين ختنو ڪرايو ۽ سڀ کان پهريان مُڇن جا وار ڪٽيا ۽ سڀ کان پهريان سفيد وار ڏٺا تہ عرض ڪيائون: اي ربّ عَزَّوَجَلَّ اهو ڇا آهي الله تعاليٰ

فرمايو: اي ابراهيم اهو وقار آهي، عرض ڪيائين: اي ربّ منهنجو وقار زياده ڪر . (موطا ج 2 ص 415حديث 1756) **﴿16﴾** دعوت اسلامي جي اشاعتي اداري مڪتبةالمدينہ جي شايع ٿيل 312 صفحن تي مشتمل ڪتاب "**بهار شريعت**" حصو 16 صفحي 224 تي آهي: **محبوبِ ربُّ العِباد** صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو فرمان عبرت نشان آهي: "جيڪو شخص قصدًا (جاڻي واڻي) سفيد وار پٽيندو قيامت جي ڏينهن اهو نيزو ٿي ويندو جيڪو ان کي (جسم تي) بار بار هنيو ويندو." (ڪنزالعمال ج 6 ص 281 حديث 17276) **﴿17﴾** ٻُچي (يعني اهي ڪجھ وار جيڪي چپ جي هيٺ ڪاڏي جي وچ ۾ هوندا آهن) ان جي آس پاس جا وار ڪٽائڻ يا اکيڙڻ بدعت آهي. (فتاويٰ عالمگيري ج 5 ص 358) **﴿18﴾** ڪياڙي جا وار ڪوڙائڻ صاف ڪرائڻ مڪروھ آهي (ايضًا) يعني جڏهن مٿي جا وار نہ ڪوڙايو رڳو ڪياڙي جا وار ڪوڙايو، جيئن ڪجھ ماڻهون خط ناهڻ مهل ڪياڙي جا وار بہ ڪوڙائيندا آهن ۽ جيڪڏهن سڄي مٿي جا وار ڪوڙايا تہ ان سان گڏ ڪياڙي جا وار بہ ڪوڙائي ڇڏيو (بهار شريعت حصو 16 ص 230) **﴿19﴾** انهن چار شين جي متعلق حڪم هي آهي تہ دفن ڪيو وڃي وار، ننهن، حيض جو لٽو (يعني اهي ڪپڙا جنهن سان عورت حيض جو رت صاف ڪري) (ايضاً ص 231، فتاويٰ عالمگيري ج 5 ص 358) **﴿20﴾** مرد کي ڏاڙهي يا مٿي جي اڇن وارن کي ڳاڙهو يا هيڊو رنگ ڪرڻ مُستَحب آهي ان جي لاءِ ميندي لڳائي سگهجي ٿي **﴿21﴾** ڏاڙهي يا مٿي تي ميندي لڳائي سمهڻ سان

متي وغيره جي گرمي اکين ڏانهن اچي ويندي جيڪا نظر جي لاءِ مُضِرّ (يعني نقصانده) آهي حڪيم جي ڳالهه جي تصديق ائين بہ ٿي جو هڪ دفعي سگ مدينہ عُفِيَ عنه وٽ هڪ نابين شخص آهيو ان ٻڌايو مان پيدائشي انڌو ناهيان افسوس متي تي ميندي هڻي ستس جڏهن بيدار ٿيس تہ منهنجي اکين جو نور ختم ٿي چڪو هو ﴿22﴾ ميندي لڳائڻ واري جي مُڇن، چپن جي هيٺان ڏاڙهي جي خط جي ڪناري طرف وارن جي اچاڻ ڪجهہ ڏينهن ۾ ظاهر ٿيڻ لڳي ٿي جيڪا ڏسڻ ۾ سٺي نٿي لڳي لهٰذا جيڪڏهن هر هر سڄي ڏاڙهي نتا رنگي سگهو تہ ڪوشش ڪريو هر چار ڏينهن کان پوءِ گهٽ ۾ گهٽ ان جڳهين تي جتي جتي اچاڻ نظر ايندي هجي ٿوري ميندي لڳايو.

هزارين سنتون سکڻ جي لاءِ مڪتبه المدينه جا شايع ٿيل بہ ڪتاب 312 صفحن تي مشتمل ڪتاب ”بہارِ شریعت“ حصو 16 ۽ 120 صفحن جو ڪتاب ”سنتیں اور آداب“ هديو ڏئي حاصل ڪيو ۽ پڙهو. سنتن جي تربيت جو هڪ بهترين ذريعو دعوت اسلامي جي مدني قافلن ۾ عاشقان رسول سان گڏ سنتن پريو سفر آهي.

لوٹنے رحمتیں قافلے میں چلو
سیکھنے سنّتیں قافلے میں چلو
ہے نبی کی نظر قافلے والوں پر
پاؤگے راحتیں قافلے میں چلو

صَلُّوا عَلَى الحَبِيب! صَلَّى اللهُ تَعالٰى عَلٰى مُحَمَّد

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہٖ وسلم : جيڪو مون تي جمعي جي ڏينهن درود شريف پڙهندو آءُ قيامت جي ڏينهن ان جي شفاعت ڪندس.

## منقبت سیّدنا صدیق اکبر رضی اللہ تعالیٰ عنہ

یقیناً مَنبعِ خوفِ خدا صِدّیقِ اکبر ہیں
حقیقی عاشقِ خیرُالوریٰ صدّیقِ اکبر ہیں

بِلا شک پیکرِ صبر و رِضا صدّیقِ اکبر ہیں
یقیناً مخزنِ صِدق و وفا صدّیقِ اکبر ہیں

نہایت مُتّقی و پارسا صِدّیقِ اکبر ہیں
تقی ہیں بلکہ شاہِ اَتقیا صِدّیقِ اکبر ہیں

جو یارِ غار محبوبِ خدا صدّیقِ اکبر ہیں
وُہی یارِ مزارِ مصطفےٰ صدّیقِ اکبر ہیں

طبیبِ ہر مریضِ لادوا صدّیقِ اکبر ہیں
غریبوں بے کسوں کا آسرا صدّیقِ اکبر ہیں

امیرالمؤمنیں ہیں آپ امامُ المسلمیں ہیں آپ
نبی نے جنّتی جن کو کہا صدّیقِ اکبر ہیں

سبھی اَصحاب سے بڑھ کر مقرّب ذات ہے انکی
رفیقِ سرورِ اَرض و سما صدیقِ اکبر ہیں

عمر سے بھی وہ افضل ہیں وہ عثماں سے بھی اعلیٰ ہیں
یقیناً پیشوائے مُرتَضیٰ صدّیقِ اکبر ہیں

امامِ احمد و مالک ، امامِ بُو حنیفہ اور
امامِ شافعی کے پیشوا صدّیقِ اکبر ہیں

تمام اولیاءُ اللہ کے سردار ہیں جو اُس
ہمارے غوث کے بھی پیشوا صدّیقِ اکبر ہیں

سبھی عُلَمائے اُمّت کے، امام و پیشوا ہیں آپ
بِلاشک پیشوائے اَصفیا صدّیقِ اکبر ہیں

خدائے پاک کی رحمت سے انسانوں میں ہر اک سے
فُزوں تر بعد از کُل انبیا صدّیقِ اکبر ہیں

ہلاکت خیز طُغیانی ہو یا ہوں موجیں طوفانی
کیوں ڈوبے اپنا بیڑا ناخدا صِدّیقِ اکبر ہیں

بھٹک سکتے نہیں ہم اپنی منزل ٹھوکروں میں ہے
نبی کا ہے کرم اور رہنما صدّیقِ اکبر ہیں

گناہوں کے مرض نے نیم جاں ہے کر دیا مجھ کو
طبیب اب بس مرے تو آپ یاصدّیقِ اکبر ہیں

نہ گھبراؤ گنہگار و تمہارے حشر میں حامی
محبّ شافعِ روزِ جزا صِدّیقِ اکبر ہیں

نہ ڈر عطارؔ آفت سے خدا کی خاص رحمت سے
نبی والی ترے، مُشکلکُشا صدّیقِ اکبر ہیں

صَلُّوا عَلَی الحَبِیب! صَلَّی اللهُ تَعالٰی عَلٰی مُحَمَّد

## امير اهلسنت، مولانا ابو بلال محمد الياس عطار قادري رضوي

## دامت برڪاتهم العاليه جا سنڌي زبان ۾ ترجمو ٿيل ڪتاب ۽ رسالا

مجلسِ تراجم (دعوتِ اسلامي) امير اهلسنت دامت برڪاتهم العاليه جي مايه ناز تصنيف ٿيل ڪتابن ۽ رسالن جو سنڌي زبان ۾ ترجمو ڪيو آهي . جن جو تفصيلي ذڪر ڪجهه هن ريت آهي:

1. **فيضانِ سنت** (جلد پهريون)
2. **غيبت جون تباهه ڪاريون** (جلد ٻيو)
3. **نماز جا احڪام**
4. **بياناتِ عطاريه** (حصو پهريون)
5. **پردي جي باري ۾ سوال جواب**
6. **گهريلو علاج**
7. **مدني پنج سوره**
8. **عاشق اڪبر**
9. **ساموندي گنبذ**
10. **وسوسا ۽ ان جو علاج**
11. **استنجا جو طريقو**
12. **غفلت**
13. **نهر جون صدائون**
14. **گناهن جو علاج**
15. **ڳانن باجن جون تباهه ڪاريون**
16. **ابوجهل جو موت**
17. **شيطان جا چار گڏهه**
18. **احترام مسلم**
19. **ويران محل**
20. **قبر جو امتحان**
21. **مڙدي جي بيوسي**
22. **اَبلق گهوڙي سوار**
23. **جنات جو بادشاهه**
24. **نانگ جي صورت ۾ جن**
25. **مسجدون خوشبودار رکو**
26. **امام احمد رضا جو تذڪرو**
27. **مڙدي جا صدما**
28. **حسيني گهوٽ**
29. **صبح بهاران**
30. **زلزلو ۽ ان جا اسباب**
31. **زخمي نانگ**
32. **ذِڪر واري نعت خواني**
33. **ملازمين جي لاءِ 21 مدني گل**
34. **تنگدستيءَ جا اسباب**
35. **40 روحاني علاج**
36. **آقا جو مهينو**
37. **ڪفن جي واپسي**
38. **بريلي کان مدينو**
39. **عشر جا احڪام**
40. **هيبتناڪ اُٺ**

41. قيامت جو امتحان
42. پل صراط جي دهشت
43. فيضانِ بسم الله
44. پيٽ جو قفل مدينه
45. آدابِ طعام
46. فيضان رمضان
47. پراسرار پينو
48. مان سڌرڻ چاهيان ٿو
49. غصي جو علاج
50. شجره عطاريه
51. بادشاهن جون هڏيون
52. اولاد جا حق
53. ڳالهين جا 35 ڪفريه شعر
54. مون مدني برقعو ڇو پاتو؟
55. امام حسين جون ڪرامتون
56. ڪفن چور جا انڪشافات
57. خوفناڪ بلا
58. حيرت انگيز حادثو
59. 28 ڪفريه جملا
60. پاڙي جي باري ۾ اهم معلومات
61. T.V جون تباهه ڪاريون
62. سس ۽ نُنهن ۾ صلح جو راز
63. امرد پسندي جو تباهه ڪاريون
64. پراسرار خزانو
65. وضو جو طريقو
66. وضو ۽ سائنس
67. غسل جو طريقو
68. فيضانِ اذان
69. نماز جو طريقو
70. قضا نمازن جو طريقو
71. نمازِ جنازه جو طريقو
72. مسافر جي نماز
73. نمازِ عيد جو طريقو
74. فيضانِ جمعه
75. مدني وصيت نامو
76. فاتحه جو طريقو
77. ڪربلا جو خوني منظر
78. دعوت اسلامي جون جيلن ۾ خدمت
79. جنتي محل جو سودو
80. مقدس تحريرن جي باري ۾ سوال جواب
81. 72 مدني انعامات (اسلامي ڀائرن لاءِ)
82. 63 مدني انعامات (اسلامي ڀينرن لاءِ)
83. ڪباب سموسي جا نقصان
84. خوش نصيب مريض
85. فيضانِ مرشد
86. خود ڪشي جو علاج
87. سانحهءِ فيضان مدينه
88. رنجش جو علاج
89. عقيقي جي باري ۾ سوال جواب
90. بري خاتمي جا سبب
91. چار سنسني خيز خواب
92. جوش ايماني

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِیْنَ وَالصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلٰی سَیِّدِ الْمُرْسَلِیْنَ
اَمَّا بَعْدُ فَاَعُوْذُ بِاللّٰهِ مِنَ الشَّیْطٰنِ الرَّجِیْمِ ؕ بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِیْمِ ؕ





# سُنَّت جون بَهارون

اَلْحَمْدُ لِلّٰه عَزَّوَجَلَّ تبليغِ قُرآن ۽ سُنّت جي عالمگير غير سياسي تحريڪ **دعوتِ اسلامي** جي مهڪندڙ مدني ماحول ۾ بڪثرت سُنّتون سکيون ۽ سيکاريون وينديون آهن. اوهان کي به پنهنجي پنهنجي شهر ۾ **دعوتِ اسلامي** جي ٿيندڙ هفتيوار سنّتن ڀريي اجتماع ۾ سڄي رات گذارڻ جي مدني التجا آهي. عاشقانِ رسول جي **مَدَني قافلن** ۾ سنّتن جي تربيت جي لاءِ سفر ۽ روزانو **فڪرِ مدينه** جي ذريعي **مَدَني انعامات** جو رسالو ڀري ڪري هر مهيني پنهنجي شهر جي ذميدار کي جمع ڪرائڻ جو معمول بڻايو. اِنْ شَآءَ اللّٰه عَزَّوَجَلَّ ان جي برڪت سان پابندِ سنّت بڻجڻ، گناهن کان نفرت ڪرڻ ۽ **ايمان جي حفاظت** جو ذهن بڻجندو، هر اسلامي ڀاءُ پنهنجو هي مدني ذهن بڻائي ته، **مون کي پنهنجي ۽ سڄي دنيا جي ماڻهن جي اصلاح جي ڪوشش ڪرڻي آهي** اِنْ شَآءَ اللّٰه عَزَّوَجَلَّ پنهنجي اصلاح جي ڪوشش جي لاءِ **مَدَني انعامات** تي عمل ۽ سڄي دنيا جي ماڻهن جي اصلاح جي ڪوشش جي لاءِ **مَدَني قافلن** ۾ سفر ڪرڻو آهي. اِنْ شَآءَ اللّٰه عَزَّوَجَلَّ

## مڪتبة المدينه جون مختلف شاخون

حيدرآباد: فيضانِ مدينه آفندي ٽاؤن 022-2620122 نوابشاهه: چڪرا بازار 0244-362145
عطار آباد (جيڪب آباد) فيضانِ مدينه 0722-710635 دادو: فيضانِ مدينه مچي مارڪيٽ 0254-611541
سکر: فيضانِ مدينه بيراج روڊ 071-5619195 ميرپورخاص: العطار ٽاؤن فيضانِ مدينه 0233-514672
فاروق نگر (لاڙڪاڻو): رابعه شاپنگ سينٽر بندر روڊ 074-4054191

مڪتبة المدينه

فيضانِ مدينه محلّه سوداگران پراڻي سبزي منڊي باب المدينه ڪراچي پاڪستان فون: 4921389-93/4126999 فيڪس: 4125858
Email:maktaba@dawateislami.net Website: www.dawateislami.net